# ساهتڪارن جون سمرتيون



پروفيسر منگهارام ملڪاڻي

VAURAM VALLABH
HYD. 15.12.84

# ساهتڪارن جوُن سمرتيون

●

پروفيسر منگھارام اُڌارام ملڪاڻي

●



سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن
۹۰، لڪشمي مارڪيٽ، اُلھاس نگر - ۳

# SAHITKARAN JUN SAMARTYUN

By:

Prof. Mangharam Malkani

SINDHI TIMES

PUBLICATION

90, Laxmi Market,

Ulhasnagar-3. Tel: 1208

*

Published by:

Suresh Paryani

for

The Sindhi Times

Publication,

*

Printed by:

Smt. Mohini Sobhraj

Budhwani INQLAB Press,

Ulhasnagar-3. (Phone: 66)

*

Sole Agent:

Jagdish Book Depot,

Main Bazar,

Ulhasnagaa-2. (Phone 455)

*

Price: Rupees Six

Year;- August, 1979.

اُنهن بزرگ ساٿين ۽ اُستادن کي،
جن منهنجي جيوت تي گهرو اثر
وڌو آهي.

# فهرست

## ● ڪتاب بابت ...

اسان جي بزرگ ساهتڪار پروفيسر منگهارام ملڪاڻي جو لکيل هي ڪتاب، پنهنجي قسم جو آهي. پارٽ ۾ هن قسم جو سنڌيءَ ۾ پهريون ڪتاب آهي.

سنڌ ۾ ان وشيه تي نڪتل ٽي چار ڪتاب پڙهڻ جو موقعو مليو اٿم. جهڙوڪ علي محمد راشدي جو "جنب گذاريم جن سين" جي. ايم. سيد جو "اهي ڏينهن اهي شينهن" حسام الدين راشديءَ جو "اهي ڏوٿي اهي ڏينهن" انهن ڪتابن ۾ ليکڪن پنهنجي وقت ۾ ساڻن نزديڪ آيل شخصن جو ذڪر ڪيو آهي.

انگريزيءَ ۾ بہ اُن قسم جا ڪتاب ڪتل آهن. تازو شري مناڏــي 'My days with Nehru' اهڙي قسم جو هڪ ڪتاب ظاهر ٿيو آهي.

باقي اهو ضرور آهي تہ هر ليکڪ جي لکڻ ۽ پيش ڪرڻ جو ڍنگ پنهنجو پنهنجو آهـــي. سنڌ ۾ نڪتل ڪتابن ۾ سياسي، ادبي، شخصي ۽ دوستن جو بہ ذڪر آهي، پر پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ هـــن ڪتاب ۾ گهڻو ڪري ساهتڪارن جو ئـــي ذڪر ڪيو آهـــي. "منهنجا آدرشي اُستاد" ۾ ڪي ساهتيڪار نہ بہ آهـــن، نہ تہ بـــاقي بين ليکن ۾ ذڪـــر ڪيل شخص ساهتڪار ئـــي آهن ان ڪري ڪتاب جو نالو بـــ "ساهتڪارن جون سمرتيون" رکيو اٿس.

پـروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ، سنـڌي ادب سان جيڪي پال پلايا آهن، اهي ڪي وسارڻ جـا نہ آهن "سنڌي نثر جي تاريخ" سندس ڪوج جـو هڪ مثال آهي. جيتوڻيڪ ملڪاڻي صاحب سنڌي ادب ۾ ننڍي ناٽڪ جي ابـي طور ليکيو تو وڃي. پر سندس

ڪتاب "ادبي اصول" "پڇڻي ياترا" ۾ پنهنجي
پنهنجي نموني اهميت ٿا رکن. هن سنڌي ادبي تحريڪ
جي اڳواڻي ڪئي، سو به هڪ اهڙي وقت ۾ جڏهن
گهڻن بزرگ اديبن نه فقط لکڻ ڇڏي ڏنو هو بلڪ
سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب ڪو زنده رهندو، اهو به
وشواس نه رکيو هو. تڏهن پروفيسر ملڪاڻي صاحب
نوجوان ليکڪن جو ٽولو ساڻ ڪڍي سنڌي ادبي تحرڪ
کي هلايو ۽ اڄ اسين ڏسون ٿا ته ڪيترائي نوجوان
ليکڪ نڪري نروار ٿيا، جن جون تصنيفون ٻين ٻولين
جي ادب سان برميچي سگهجن ٿيون. اهو سڀ
پروفيسر ملڪاڻي صاحب جي تحرڪ جو
اثر آهي.

اڄ هو صاحب سنڌي ادبي تحريڪ جي مرڪز
بمبئي کان دور ڪلڪتي ۾ آهي، پر سندس من
اسان وٽ آهي. هو صاحب وقت بوقت خط لکي،
حال احوال کان پيو واقف ٿئي ۽ نوجوان ليکڪن کي
پيو همٿائي. هن ٻڍڙ اوستا ۾ به سنڌي ۾ نڪتل تازي
۾ تازو ڪتاب به پڙهڻ کان ڪين ڇڏيو اٿس.

**سنڌي ٽائيمس** طرفان هي ڪتاب "**ساهتڪارن جون سمرتيون**" ڏينڌي خوشي ئـــي نه بلڪ فخر ٿي رهيو آهي.

اسان احسانمند آهيون **پروفيسر رام پنجواڻي صاحب** جا، جن هي ڪتاب ظاهر ڪرڻ لاءِ پروفيسر ملڪاڻيءَ کان اجازت وٺي اسان کي ڏنو. ●

ڀَهرين آگسٽ ١٩٧٩ع

**نارايڻ ڀارتي**
مکيه سمپادڪ

# ● سنڌ جي ادبي قدامت

اڄڪلهہ دهليءَ ۽ بمبئيءَ کي ”هندستان جا دروازا“ ڪري ڪوٺيندا آهن، جن جون نشانيون دهليءَ ۾ India Gate ۽ بمبئيءَ ۾ Gateway of India انگريزن جي صاحبيءَ ۾ اڏيا ويا. پر حقيقت ۾ هندوستان جو جهونو ۾ جهونو دروازو اسان جو سنڌ ديس هو، جنهن کي اهڙو يادگار قائم ڪيل ڪونهي. پر اها سنڌ هاڻوڪي محدود سنڌ نہ، ليڪن اڳاٽي ”مها سنڌ“ هئي، جنهن ۾ هاڻوڪو پنجاب ۽ قندار [گندار] پڻ اچي ٿي ويا. مشهور ڀاشا وگياني [Linguist] ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ جي اختياريءَ موجب، عيسوي سنہ کان اٽڪل ۲۰ صديون اڳ، آريہ لوڪ وچ ايشيا جي ڀونءِ مان لهي، گهڻي ڀاڱي ايران جي رستي، ان قديم سنڌ ۾ داخل ٿيا، جنهن کي ”سپت سنڌو“

[ ست نديون ] ڪوٺيندا هئا، جنهن مان هاڻوڪي پنجاب جون نديون، موجوده سنڌ جي سنڌو ندي، ۽ ستين سرسوتي ندي به وهندي هئي، جا پوءِ سڪي ويئي. انهن ندين جي ڪنارن تي ئي آريه لوڪن پهرين پنهنجا ڏيرا وڌا، ۽ پوءِ رفته رفته مڌيه پرديش ۽ اوپر هندوستان ڏانهن پکڙندا ويا. بمبئيءَ جي پارت وگياني‎ءَ [Indologist] پادري هيرس جي سنڌ موجب، سنڌو نديءَ کي اهو نالو آرين کان اڳ‌ائين رهاڪن دراوڙن ڏنو هو، جن جي ٻوليءَ ۾ "سند" يا "سندو" لفظ جي معنيٰ هئي ندي يا درياهه. آرين اُن اکر کي ڦيرائي "سنڌ" يا "سنڌُو" ڪيو، جنهن پنيان سمورو ملڪ جنهن مان اها ندي لنگهي ٿي، تنهن تي "سنڌ" ديس جو نالو پئجي ويو. پوءِ اهو نالو ايراني واپارين "سنڌ" مان ڦيرائي "هند" ڪيو، جنهن مان هاڻوڪو "هندستان" ٿيو آهي، جو ته انهن سڄي هندستان جو نالو اهوئي سمجهيو. تنهن کان پوءِ رُومي واپارين ان کي وڌيڪ ڦيرائي "انڊ" ڪري ڇڏيو، جنهن مان هاڻوڪو "انڊيا" بنيو آهي، جو به ڏيهي نالو آهي ۽ نه يورپي، جيئن عام طور سمجهيو ويندو آهي. هندستان تي "ڀارت" نالو ته گهڻو پوءِ پيو، جڏهن راجا دشينت ۽ شڪنتلا جو پٽ راڄ ڪندو هو. تنهنڪري ڏسبو ته سڄي ملڪ کي "هندستان" نالو ئي اسان جي سنڌونديءَ ۽ سنڌ

مان مليو آهي سنڌو نديءَ جي سڀيتا [Civilization]
اسان جي سنڌ مان ئي ڪڍي ساري هندستان ۾ ڦهلجي
ويئي آهي.
”سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ“ عنوان سان
ٻر سال کان ”مهراڻ“ مخزن ۾ هڪ گنڀير مباحثو چالو
آهي، جنهن جي دوران ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ
گهڻيءَ ڪوشنا بعد ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي
آهي تہ موجوده سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل
ڪانهي، بلڪ سنسڪرت کان اڳاٽي دؤر جي سنڌو
ماتر جي قديم ٻولي آهي؛ ان جي بناوت ۾ سامي -
صفت زبانن جو وڏو اثر آهي، ۽ پوءِ سنسڪرت مان
نڪتل لفظن جو گهڻو ذخيرو منجهس داخل ٿيو آهي.
ٻئي پاسي، مسٽر سراج الحق پنهنجي ”تنقيدي جائزي“
۾ بيشمار حوالن سان نتيجو قائم ڪيو آهي [توڙي ٻنهي
عالمن هڪ ٻئي جي مثالن کي غير مستند ”قياس
آرائيون“ ڪري سڏيو آهي] تہ موجوده سنڌي ٻولي
سڌيءَ طرح سنسڪرت جي بدليل صورت آهي ۽ اهڙو
ڪوبہ تاريخي ثبوت ڪونهي جنهن جي آڌار تي ان
کي سامي سمت جي ٻولين سان ڳنڍي سگهجي. هن
بندي جي خيال ۾، ڊاڪٽر بلوچ جي غلطفهمي هن
جملي ۾ سمايل آهي: ”هن وقت تائين جن بہ عالمن
سنسڪرت کي سنڌيءَ جو سر چشمو سمجهيو آهي تن
جي تہ متفق راءِ آهي تہ ٻين پراڪرتن جي پيٺ ۾

سنڌي ”وراچڊ اپڀرنش“ مان اُسري آهي، ۽ اها ”وراچڊ اپڀرنش“ نڪي سنسڪرت آهي ۽ نڪي ٻين پراڪرتن وانگر سنسڪرت مان نڪتل نج پراڪرت، بلڪ سنڌيءَ جي اها سڳي ماءُ هڪ نهايت بگڙيل ٻولي آهي. ”مهراڻ“ ١٩٦٠، ١-٢]. ليڪن سنڌيءَ جي اها سڳي ماءُ ڪا ٻي نهايت بگڙيل ٻولي ڪانه هئي، بلڪ سنسڪرت مان نڪتل، نجي نه، ته بگڙيل ”پراڪرت“ ضرور هئي، جنهن کي ”اپڀرنش پراڪرت“ ڪوٺيندا هئا. اهو وچ واري تدريجي (قيرگهير وارو) ڏاڪو ڊاڪٽر صاحب کان شايد گسي ويو ٿو ڏسجي. اها ”اپڀرنش پراڪرت“ ئي وڌيڪ بگڙندي ”وراچڊ اپڀرنش“ ٿي، جنهن سنڌي ٻوليءَ کي جنم ڏنو ۽ جنهن تي ڊاڪٽر بلوچ زور ڏنو آهي. سنسڪرت کي سنڌيءَ جو سرچشمو چوڻ بابت عالمن جي متفق راءِ هيءَ آهي ته سنسڪرت [سڌريل ٻولي] مان پراڪرت [رواجي ٻولي] ٿي؛ ان مان درجي بدرجي بدلجي اپڀرنش (بگڙيل) پراڪرت ٿي؛ جا وري وراچڊ [بنهه بگڙيل] پراڪرت بڻي، جنهن مان آخر سنڌي ٻولي نهي. پر انهيءَ بگاڙي ۾ به سڌار و رڪيل آهي، جيئن اڳتي هلي پڌائبو. تنهنڪري سراج الحق صاحب جو نتيجو ته سنڌي ٻولي سنسڪرت جي هڪ تدريجي بدليل صورت آهي، بلوچ صاحب جي خيال موجب ”محض زوراوري“ نه آهي، پر سر رچرڊ برٽن، ڊاڪٽر

ترمپ، ڪئپٽن سنڌڪ ۽ پروفيسر ڀيرومل جهڙن ڏاڍانن جي سند ن تي ٻڌل آهي. بهر حال، تواريخي کوجنائن جي انتها اڇرط واري ئي ڪانهي، جن لاءِ دماغ جا در سدا کليل رکڻ کپن. خصوصا سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ بابت تحقيقات تہ ابتدائي دؤر ۾ آهي، جنهن لاءِ اڃا اونهي کوجنا کپي. پر نئين تحقيقات جا جيسٽائين محقق ۽ خاطر خواهہ نتيجا قائم نہ ٿيا آهن، تيسٽائين روايتي نتيجا ئي قبول ڪرڻا پوندا. کوجنا جي کيتر ۾ آخرين نتيجو تہ نڪرڻو ئي ڪونهي.

## ڀهريون سنسڪرت گرنٿ

ڀاشا وگيانين جو چوڻ آهي تہ هندستان جو، بلڪ ساري جهان جو، جهوني ۾ جهونو گرنٿ "رگ ويد"، عيسوي سنہ کان ڀريؤن ويهہ کن صديون اڳ، سنڌ جي ماتريءَ ۾ ئي رچيو ويو. ڪراچيءَ جي مشهور ڌرتي-وگيانيءَ (Geologist) ڊاڪٽر پٽاوالا بہ ان ڳالهہ جي تصديق ڏني آهي تہ "ويدڪ ڪوي، جي سنڌوماتريءَ جي متئين ڀاڱي [پنجاب] ۾ رهندا هئا، سي پنهنجا پوتر ڀڄن سنڌو ءَ جي جل ڪسي ارپڻ ڪندا هئا." يعني تہ ويد، جي سنسڪرت ساهت جو بنياد آهن، سي سڀ پڇ مها سنڌ ديس جون ئي اوائلي تصنيفون آهن - پوءِ ڀلي سنسڪرت ۾ لکيل هجن، جو جو

تنهن زماني ۾ سنڌ جي ٻولي ئـي سنسڪرت هوندي هئي ۽ برهمي لپيءَ ۾ لکبي هئي.

تنهن کان پوءِ چوڻ ۾ اچي ٿـو تہ ٻيا سنسڪرت ودوان، جهڙوڪ آچاريہ پاڻني، رشي پاتنجلي ۽ ديول رشي، عيسوي سنہ کان شمار ٥-٦ صديون اڳ، جـاوا ٿيا ئي مها سنڌ ۾ هئا، ۽ پنهنجا سنسڪرت وياڪرڻ ۽ ٻيا پستڪ پڻ اُتي ئـي لکيائون: جنهن ڪري انهن کي بہ سنڌ ديش جو ڇهونو ساهت سمجهڻ کپي - پر نہ "سنڌي" ٻوليءَ جـو، جنهن گهڻو پـوءِ جنم ورتو. پراتڪش سلا وشو ودياليہ (Taxila University) جا کنڊهر اڃا تائين راولپنڊي ضلعي ۾ ڪٿرا آهن [جو قديم مها سنڌ ۾ هو]، جنهن جي وڏو آچاريہ پاڻني عيسوي سنہ کان پنج صديون اڳ ڄائو هو. سنڌي تمدن جي قدامت جو جهان-معروف يادگار موهن جو دڙو، جنهن جي قدامت جـو پورو پتو اڃا پئجي نہ سگهيو آهي، سو تہ هاڻوڪيءَ سنڌ ۾ ئي موجود آهي ۽ عيسوي سنہ کان ۲۵ صديون اڳ جو ڇيو ٿو وڃي.

آريہ لوڪ سنڌ ديس کي دروازو بنائي اتر هندستان ۾ وسي ويا، پر ڌارين قومن بہ هندستان تي ڪاهڻ ۽ قبضي ڄمائڻ لاءِ سنڌ کي ئـي ڦاٽڪ ڪري چونڊيو. اهـڙو پهريون حملو ڪندڙ ايـران جـو شاهہ دارا هو، جنهن عيسوي سنہ کان اڳ ڇهينءَ صديءَ ۾ مها سنڌ

فتح ڪئي ۽ سندس خاندان ڪي سؤ سال اتِس راڄ ڪيو. ان زماني ۾ ﺑﻪ ملڪ جي عام ٻولي سنسڪرت هوندي هئي، ۽ ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي، جا برهمي لپيءَ جي نئين صورت هئي. ايراني حاڪمن سنڌ جي سنسڪرت ٻولي ايراني اکرن ۾ لکڻ چالو ڪرائي، يعني پهريون دفعو ڌاري لپي سنڌ ۾ شروع ٿي. سنڌ جا ماڻهو ان کي ”کروشٽي“ [يعني گڏھ جي ڇپن وانگر بيڊولي] ڪري سڏيندا هئا، تنهن هوندي به ڪي صديون پئي هلي، ۽ آخر عيسوي سنہ کان هڪ صدي اڳ ختم ٿي ويئي.

عيسوي سنہ کان اڳ چوٿين صديءَ ۾، يوناني سڪندر اعظم بحري رستي مها سنڌ فتح ڪئي، ۽ الور [ روهڙي ] جي راجا ۽ سوين براهمڻن کي سندس لشڪر قتلعام ڪري ڇڏيو، سنسڪرت جو واهپو سنڌ مان گهٽي ياڳي نڪري ويو. ساڳئي صديءَ ۾، ساڳيءَ صديءَ ۾ سڪندر جي فوت ٿيڻ کان پوءِ موريا گهراڻي جي سمراٽ [شهنشاهه] چندرگپت، يوناني گورنر کي شڪست ڏيئي ملڪ مان هڪالي ڪڍيو، ۽ سنڌ-پنجاب پنهنجي قبضي ڪيو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ هندو ڌرم سان گڏوگڏ، چندرگپت ۽ سندس پوٽـي مهاراجا اشوڪ جو ٻوڌي ڌرم پکڙجي ويو، ۽ سنسڪرت سان گڏ، ان مان نڪتل پالي ٻوليءَ [يعني جنهن ۾

ٻوڌي مٺا پاليل هجن] جو واهپو وڌندو ويو. ٻڌ ڌرم جا يادگار، ميرپور خاص وارو ڪاهوءَ جو دڙو وغيره، اڃا سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن.

## ڦهريون پراڪرت پستڪ

پاليءَ کان پوءِ سنسڪرت مان نڪتل ٻي شاخ پراڪرت، عيسوي سن کان ٣-٤ صديون اڳ، هندستان سان گڏ سنڌ ۾ به چالو ٿي، جا به ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي. انهيءَ سنڌي- پراڪرت ۾ جهوني ۾ جهونو پستڪ راجا روال جي منتريءَ سپر جو لکيل ”راجائن لاءِ سکيا“ ڏسڻ ۾ تو اچي، جو عيسوي سن کان اٽڪل ٤-٥ صديون پوءِ جوڙيل هو ۽ مهاڀارت جي لڙائيءَ کان اڳاٽيءَ سنڌ جي تاريخ تي روشني وڌل هئي ۽ پانڊون جي راڄ کان پوءِ ڪن هندو راجائن جون ڪهاڻيون به ڏنل هيون. ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چٽرجيءَ جي هن اهم کوجنا موجب اهو ڦهريون سنڌ ۾ لکيل پراڪرت نثر جو ڪتاب هو. هن تحقيقات جي پڌرائي ”هندواسي“ مخزن جي ٢٨ سيپٽمبر ١٩٥٨ع واري پرچي ۾، شري جئرامداس دولترام هن ريت ڪئي هئي: ”ابو صالح ان پستڪ جو عربي ترجمو شايد عيسوي سن جي ٨-٩ صديءَ ۾ ڪيو هجي...

جو ابو الحسن عليءَ ١٠٢٦ع ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيو. ان ترجمي جو اختصار ١١٢٧ع ۾ پارسي ڪتاب "مجمل التواريخ والقصص" ۾ هڪ باب ["هندواڻي بادشاهه ۽ سندن نسل"] جي صورت ۾ وڌو ويو. هن پوئين ڪتاب ۾ جنهن نموني هندو راجائن ۽ راڻين جا نالا [اصلوڪي عربيءَ تان اُتاريل] لکيا ويا آهن، تنهن مان ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چئٽرجي، هندستان جي مکيه ڀاشا وگياني، انومان ڪيو آهي ته "هندواڻي" پستڪ — "راجائن لاءِ سکيا" — سنسڪرت ۾ لکيل نه هو ... ڊاڪٽر چئٽرجي انهيءَ راءِ جو آهي ته جنهن ٻوليءَ کي "هندواڻي" [هند يا هندن جي] ڪوٺيو ويو آهي سا الهندي هندستان، يعني پنجاب يا سنڌ پاسي جي مڪاني ٻولي آهي. ڀڪيرو انومان جيڪي سو سنڌ جي ٻوليءَ جي فائدي ۾ ڪيو اٿس، ڇو جو انهيءَ ڪتاب ۾ سنڌ جي تاريخ ڏانهن اشارا آهن ۽ ڪي نالا سنڌي ٻوليءَ جي نيمن پٽاندڙ بدليل آهن. سپر جي زماني جي ٻوليءَ [پراڪرت] کي ڊاڪٽر چئٽرجيءَ "پراڻي سنڌي" ڪري ڪوٺيو آهي ... سپر جو پستڪ ٨-٩ عيسوي صديءَ تائين [عربن جي فتح کان پوءِ] ته سنڌ ۾ موجوده ئي ڏٺو، ڇو جو ان تان ابو صالح عربي ترجمو ڪيو... سنڌيءَ جي ساهت جو هڪ پراچين ورق جنهن اسان جي اکيان ورِيو آهي. اٺين عيسوي سنه کان اڳ جو احوال پورو ٿيو.

## عيسوي سنه کان پوءِ

عيسوي سنه شروع ٿيڻ پڄاڻان، سنڌ ۾ لکيل ڇهونو پسنڪ ”ديول سمرتي“ چيو ٿو وڃي، جو سنڌي اتهاس ڪار [Historian] گنگارام سمرات جي کوجنا موجب اٺين عيسوي صديءَ ۾ سنسڪرت ۾ رچيل هو- منجهس ديول رشيءَ جا سوٽر (aphorisims) درج ڪيل آهن، جنهن ۾ مسلمان ٿيل هندن کي وري شڌي ڪرڻ لاءِ نيم ڏنل آهن. اهو ودوان سنڌ ۾ ئي پيدا ٿيو هو، جنهن جي يادگيريءَ ۾ ديول بندر تي اهو نالو پيو ٿو ڏسجي — پر اهو صرف انومان آهي.

عيسوي سنه ٧١١ ۾ عربستان مان محمد بن قاسم هندستان تي حملي ڪرڻ لاءِ سنڌ کي ٿاڻڪ بڻايو ۽ راجا ڏاهر سنگهه کي شڪست ڏيئي، سنڌ ۽ اُن جي پسگردائيءَ تي قبضو ڄمايو؛ پر ٧٥٠ع ۾ راجپوتن عربن کي پڄائي ڪڍيو، پوءِ سومرا [جي راجپوتن مان مسلمان ٿيا هئا] سنڌ جا راڄ ڌڻي ٿيا. ڪن سنڌي تاريخ نويسن، جهڙوڪ پيگوان تولاڻيءَ [”سنڌ و هنديا ڪانڊ“، ١٩٤٢]، غلام حيدر گبول [”ادب سنڌ“] ۽ سراج الحق [”مهراڻ“، ١٩٥٩-٤] جو رايو آهي ته هن زماني تائين جيڪو ساهت ۽ اتهاس جو پنڌار سنڌ ۾ سنسڪرت پالي ۽ پراڪرت ۾ پيدا ٿيو هوندو، سو فاتحن جي

دستوري جنگي جذون وچان، عربن جلائي ڀسم ڪري ڇڏيو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو ان قديم سنڌي ادبي خزاني مان اڄ هڪڙو به اصلي جواهر هٿ نٿو لڳي.

عربن جي فتح کان پوءِ لکيا سنڌي هندو مسلمان ڀٽيا ۽ ڀيا راجپوتانا ۽ ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويا، جنهنڪري ئي عرب حڪومت کان پوءِ سنڌ ۾ ڪو ڇڏ و پاڻ و هندو شاعر يا ليکڪ پيدا ٿيو. تنهن هوندي به ، ٻن ٽن صديون، باقي بچيل سنڌي هندن جي ٻولي ساڳي سنڌي - پراڪرت ۽ پوءِ اپڀرنش (بگڙيل پراڪرت) ئي رهي، جا به ديوناگريءَ ۾ لکي ويندي هئي.

## هاڻوڪي سنڌي ٻولي

تان جو يارهين صديءَ ڌاري هاڻوڪي سنڌي ٻولي پنهنجن هندستاني ڀينرن — هندي، پنجابي، بنگالي، مرهٽي، گجراتيءَ سان گڏو گڏ، وراچڊ- اپڀرنش - پراڪرت مان رفتي رفتي صورت بدلائي ظاهر ٿي، ۽ ديوناگريءَ يا شاستري لپيءَ ۾ لکڻ ۾ ايندي هئي. ڊاڪٽر بلوچ، موجوده سنڌيءَ جي تشڪيل ڇهين عيسوي صديءَ ڌاري ڏيکاري آهي، يعني ته سنڌيءَ کي ٻين هندستاني ڀينرن کان ۵ صديون اڳ جنم وٺڻ جو مرتبو ڏنو اٿس. مگر جيستين هن نئين کوجنا جو فيصلو مڪمل نه ٿيو آهي، تيستين ڊاڪٽر ڇٽرجيءَ ۽ اُستاد

پيرومل جو تسليم ٿيل نتيجو قبول ڪرڻو پوندو ته موجوده سنڌي ٻولي ١١٠٠ عيسوي سنه ڌاري پيدا ٿي، يعني عربن جي فتح کان ٽي صديون پوءِ، سومرن جي راڄ ۾. پر ياد رکڻ کپي ته سنڌي ٻوليءَ جي بگڙيل وراچڻ اپڀرنش مان پيدا ٿيڻ جي باوجود، ڊاڪٽر ٽرمپ ان جي ساراهه ڪندي لکيو هو: ”سنڌيءَ جي پراچين پراڪرت سان وڌيڪ لاڳاپو آهي، ۽ پنهنجي نهوي بناوتن جي جهجهائي اهڙي قائم رکي اٿس جو ٻين مڙني پيڙن کي اٿس رشڪ اچڻ کپي.“

اها نجي سنڌي ٻولي عربن کان پوءِ ارغون، ترخان ۽ مغل حاڪمن جي ايام ۾، ڪنهن مقرر لپيءَ ۾ لکڻ ۾ ڪانه ايندي هئي. ڪن هندو راجائن جي وچ واري عرصي کان سواءِ، مسلم حڪومت جون پريون اٺ صديون [١١٠٠-١٨٤٣ع]، سنڌي ٻوليءَ جو ذخيرو دنيا جي ٽن مشهور قديم ٻولين- سنسڪرت، فارسيءَ ۽ عربيءَ جي ملاوت سان گويا مهراڻ بڻبو ٿي ويو، تنهن هوندي به انهن حڪمرانن ان لاءِ ڪا باقاعدي آئيويٽا ڪانه ٺاهي؛ جنهن شخص کي جيڪا صورتخطي ايندي هئي، تنهن ۾ پيو لکندو هو. سرڪاري ڪاروبار اڪثر فارسيءَ ۾ هلندو هو، مسلمان باشندا سنڌي ٻولي عربي اکرن ۾ لکندا هئا، ۽ هندو لوڪ ديوناگري [شاستري]، پنجابي [گرمکي] يا هندو- سنڌي [اعرابن بنا واڻڪن]

اکرن ۾. عام فهم جي ڳالهه آهي ته جنهن ٻوليءَ لاءِ خيال قلمبند ڪرڻ جو مقرر واهڻ نه هوندو، تنهن جو ادب، خاص ڪري نثري ادب، ڪيئن نهندو، ڪيئن وڌندو؟

## اوائلي سنڌي شعر

مرحوم محمد صديق ميمڻ جي اختياريءَ موجب، جهوٽي ۾ جهونو سنڌي شعر ”دودي ۽ چنيسر جو قصو“ هو، جو چوڏهين صديءَ ڌاري، سومرن جي صاحبيءَ ۾، ڪنهن نا معلوم شاعر جو زباني طور چيل هو، ۽ پيٽ ۽ پان ڪڇهرين ۽ مجلسن ۾ ڳائيندا هئا [سنڌ جي ادبي تاريخ“، ١٩٣٧]. اهو قصو گهڻو پوءِ، انگريزن جي راڄ ۾، ڪئپٽن سٽئڪ جي ”سنڌي ٻوليءَ جو گرامر“ جي آخر ۾ ضميمي طور ديوناگري لپيءَ ۾ ڇپايو ويو هو [١٨٤٩]. مٿينءَ تحقيقات جي برعڪس، جناب لطف الله بدوي ٺهرايو هو ته ”دودي چنيسر جو قصو“ تاريخي خواهه ادبي لحاظ کان سومرن جي صاحبيءَ جو ڏي نٿو سگهي، خاص طور هن ڪري جو منجهس آيل ٽن سٽن وارا بيت، سومرن کان پوءِ سمن جي دؤر واري وڏي شاعر قاضي قاذن جي ڪلام ۾ به نظر نٿا اچن [”تذڪره لطيفي“، جلد پهريون، ١٩٤٣]. هن بندي جو وڏيڪ اعتراض آهي ته دودي چنيسر وارن بيتن جي عبارت مان اهو قديم هڳاءُ نٿو اچي جو

چوڏهين صديءَ جي لکيت مان اچڻ کپي، ۽ اها گهڻو پوءِ واري زماني جي ۽ هاڻوڪيءَ سنڌيءَ کي ويجهي ٿي لڳي. ساڳيءَ طرح، ڊاڪٽر بلوچ جيڪو هڪڙو بيت اٺين صديءَ جو ڄاڻايو آهي [اٺين عيسوي صدي يا هجري صدي، سو چٽو چيل ڪونهي]، تنهن جي طرز به اهڙي قديم ڪانه ٿي لڳي ["مهراڻ"، ١٩٥٩-١]. 

پندرهين عيسوي صديءَ ڌاري، سمن جي راڄ ۾ [جي، سومرن وانگر، راجپوتن مان مسلمان ٿيا هئا]، ڪن نامعلوم سگهڙن "عمر - مارئي" ۽ "مومل - راڻو" جا قصا سنڌي شعر ۾ جوڙيا هئا؛ ۽ ساڳيءَ صديءَ ۾ مامون فقيرن جا پيشنگوئيءَ وارا بيت به چيا ويا. سورهين صديءَ ۾ قاضي قاذن جا بيت لهيا، ۽ سترهين صديءَ ۾ شاهه عبدالڪريم [شاهه لطيف جي پڙ ڏاڏي] جو چيل ڪلام مشهور آهي.

## جهوني عربي آئيوينا

سترهين صديءَ جي آخر ۾، ٺٽي واري آخوند ابوالحسن، خانگي طور، عربي ۽ فارسي رسم الخط جي ملاوت سان هڪ "الف - بي" ناهي هئي پر اها سنڌي ٻوليءَ جي مڙني اچارن ڪڍڻ لاءِ ڪارگر ڪانه ٿي. ١٧٠٠ع ڌاري مولوي صاحب ان اڻپوريءَ آئيوينا ۾ هڪ مذهبي رسالو "مقدمه الصلواه" نظم ۾ لکيو هو،

جنهن کي مرحوم ميمڻ صاحب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيل پهريون لکيل ڪتاب ڪوٺيو هو. هن آئيويٽا کي ”ابو الحسن جي سنڌي“ سڏيندا هئا، جنهن ۾ تخميني روءِ پنجاهه کن اسلامي مذهب ۽ تواريخ جا ڪتاب، عربي ۽ فارسيءَ تان کن معروف مخدومن سنڌي نظم ۽ نثر جي ميلاپي طرز ۾ ترجمو ڪيا هئا.

ارڙهين صديءَ ۾ پٺاڻي گهوٽ لطيف جو رسالو ۽ سچل سرمست جو ڪلام، سنڌ مجاهدن، اٺاويهن حرفن واري عربي آئيويٽا ۾ لکيا هئا، جنهن مان ٻه اُنهن ڪاملن جي نيت سنڌي ٻوليءَ جا اُچار پورا نٿا ڪري سگهن، ۽ تنهن ڪري انهن نسخن پڙهڻ ۾ دقت ٿي ٿئي. ”شاهه جو رسالو“ ڇپيو پوءِ، انگريزن جي راڄ ۾، ڊاڪٽر ٽرمپ پهريون دفعو جرمنيءَ مان ١٨٦٦ع ۾ ڇپايو هو، پر ڇاڪاڻ مخصوص سنڌي اُچارن لاءِ ڇاپي جي اکرن نه هئڻ ڪري، اهو به پڙهڻ ۾ ڏکيو آهي.

## پهريون سنڌي نثر جو ڪتاب

ارڙهين صديءَ جي آخر ۾، سنڌيءَ ۾ پهريون نجو نثر جو ڪتاب آخوند عزيز الله جو ”قرآن شريف جو ترجمو“ هو، جو به صرف اٺاويهن حرفن واريءَ عربي آئيويٽا ۾ لکيل هو، جنهنڪري پڙهڻ ۾ مشڪل هو، پر انهيءَ ڪتاب کي سنڌيءَ ۾ آٽيندڙ جينتوٽيڪ

عربيءَ مان لفظي ترجمو ڪيو هو، تنهن هوندي به جملن ۾ اکرن جي ملاوت، هيٺ مٿي ڪري اهڙي ته ڪاريگريءَ سان بيهاري هئائين جو سنڌس نثر مان نظم جو ساءُ پيو اچي — گويا جديد زماني جو نظماڻو نثر [Poetic Prose] لکي ويو آهي. هيٺيون فقرو مثال طور ڪافي آهي:

”اي مومنا، همراهي وٺو منجهه مشڪلين، ساڻ صبر ۽ نماز. تحقيق، خدا ساڻ صبر ڪندڙ آهه، ۽ م چئو واسطي تن جي، جي ڪسن تامنجهه وات خداجي، اوءِ مئل آهين؛ بلڪ اهي جيئرا آهين ... ۽ و صابر سي آهين، جڏهن رسي ان کي سختي، چون اسين خدا جا آهيون ۽ خدا ڏانهن موٽون ٿا.“

اڻويهينءَ صديءَ جي شروعات ۾ سنڌ جو سنت ـ ڪوي سامي صاحب پنهنجا هزارين سلوڪ گرمکيءَ ۾ چٽڪين تي لکي مٽن ۾ وجهندو ويو، جي پوءِ ديوان ڪوڙيمل ڪلناڻيءَ سنڌس وارثن کان ڪٺا ڪري، ٽن جلدن ۾ هاٽوڪي عربي سنڌي لپيءَ ۾، سوڌي سنواري ڇپايا هئا [١٨٨٥-١٨٩٢].

## هاٽوڪي عربي سنڌي آئيوينا

آخر سنڌي آئيوينا ۽ لپيءَ جو مسئلو انگريزن جي حڪومت ۾ ئي حل ٿيو. ١٨٥٣ع ۾، سنڌ فتح ڪرڻ جي ڏهن سالن اندر، سنڌ جي پهرئين چيف ڪمشنر،

سر بارٽل فريئر جي سرجوشيءَ سان [جنهن جو يادگار هال ڪراچيءَ ۾ آهي] ۽ عربي - فارسيءَ جي عالم سر رچرڊ برٽن جي سفارش سان [جنهن مشهور ڪتاب [Arabian Nights] لکيو هو] ۽ ٻين سنڌي عالمن-ديوان اُڌارام ٿانورداس ۽ مرزا صادق علي بيگ [مرزا قليچ بيگ جو وڏو ڀاءُ] جي مدد سان هاڻوڪي ٥٢- حرفي عربي - سنڌي آئيويٽا نهي تيار ٿي. ڪئپٽن سٽئڪ، جو سنسڪرت توڙي عربيءَ ۾ ماهر هو، تنهن جو رايو هو ته سنڌي لکڻ لاءِ ديوناگري لپي وڌيڪ ڪارگر ٿيندي، پر سنڌ ملڪ ۾ مسلمانن جي اڪثريت جي مد نظر ٿي، ڪلڪتي مان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ عربي سنڌي آئيويٽا ۽ لپي منظور ڪئي. هن نئين رسم الخط ۾ چار نجا سنڌي حرف - ٻ، ڏ، ڄ ۽ ڳ به وڌائون؛ ۽ چار نجا عربي حرف — ف، خ، غ - ۽ ز به گڏيائون؛ ۽ ڪي فارسي ۽ ترڪي حرف پڻ ملايائون؛ جنهنڪري شايد دنيا ڀر ۾ ايترن حرفن واري آئيويٽا ڪانه ملندي. نتيجو اهو آهي جو سنڌي ماڻهن جي گلن مان ايترا نرم خواهه سخت اُچار نڪري سگهن ٿا، جيترا ٻيءَ ڪنهن به قوم جا لوڪ ڪين ڪڍي سگهندا!

هن مقرر عربي - سنڌي آئيويٽا نهڻ کان پوءِ، سنڌي ساهت کي وڏي هٿي اچي ويئي، ۽ نثر جو دور ته خاص طور ڏام ڌوم سان شروع ٿي ويو—

جنهن جي اڳي اٿاٽ هئي. ديوان ڪوڙومل، مرزا قليچ بيگ، ديوان ڏيارام، ديوان ليلا رامسنگ، پرمانند ميوارام، حڪيم فتح محمد، ديوان واڌومل، پيرومل مهرچند، لعلچند امر ڏنومل، جيٺمل پرسرام، ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽي پارا نثر جا استاد ڪنهن کان گهٽ آهن؟ ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ به سنڌ ۾ توڙي هندوستان ۾، انيڪ نوجوان سنڌي ليکڪ پيدا ٿي پيا آهن، جي نظم خواه ڪهاڻي ۽ ناول نويسيءَ ۾ سنڌي ادب کي مالامال ڪري رهيا آهن: سرحد جي ٻنهي پاسي، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي کوجنا ۾ به ڪيترا معتبر عالم جنبي ويا آهن، جن جا نتيجا عاليشان رسالن ۽ مخزنن ۾ شايع ٿي رهيا آهن. تنهنڪري خاطريءَ سان هام هڻي سگهجي ٿي ته سنڌي ساهت زنده آهي، ۽ ڪنهن به انديشي بنا اڳڪٿي ڪري سگهجي ٿي ته ان جو آئينده روشن رهندو.

- ”مهراڻ“، ١٩٦٢-٣
- ”سنڌي ٽائيمس“ ٢٦-١-٦٩
- ”سنگيتا“ جنوري-فيبروري ١٩٧٤
- ”مومل“ ٩، ؟ ؟

# سنڌي ساهت جي ڇوٻاري

نئين ٿهيءَ وارا ليکڪ، جي ساماڻا ٿي هتي هندستان ۾ آهن، تن مان ڪنهن ورلي ڪي سنڌ وارن بزرگ ليکڪن جي سانير هوندي. ويهين صديءَ ۾ جنم ورتل ليکڪ پنهنجي پاڻ کي ”ماڊرن“ ۽ پين کي مدي خارج سمجهن، پر اسان اڻويهين صديءَ ۾ پيدا ٿيلن کي گهٽ ۾ گهٽ لڳبي يادگيريءَ جو فائدو ته آهي. تنهن ڪري هن مضمون ۾ آءٌ اُن زماني جي ڪن بزرگ ليکڪن بابت ڪي شخصي يادگيريون ۽ تاثير پيش ٿو ڪريان.

## ١- ڪوڙومل چندنمل کلناڻي

حيدرآباد سنڌ ۾ سول اسپتال پرسان، برهمو مندر پراڻن پپر ۽ ٻڙ جي درختن سان ڇانيل، شانتيءَ ڀرئي

آستان تي مختلف ڌرمن ۾ ميلاپ آڻيندڙ برهمو سماج جي سنڌ ۾ ٻايو وجهندڙ ٻائرن ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند جون يادگار سماڌيون آهن. سماڌين پرسان سائي ڇٻر تي فراس وڇايل هئا ۽ سوين حيدرآباد واسي هفتيوار وياڪياڻ ٻڌڻ لاءِ آئا وينا هئا. اسانجو گهر به ان جيڪب روڊ تي هو ۽ منهنجو پتا مون سڪولي شاگرد کي ستسنگ ۾ وٺي آيو هو. پوري وقت تي هڪ قداور بزرگ پنهنجي ڏاڙهيءَ سان، لنبو پارسي ڪوٽ پايو، ميراڻي پڳڙي ٻڌيو، سڀا ۾ گهڙيو ۽ ٻاڻي چيو، "ديوان ڪوڙومل." هڪ يهودي ڊاڪٽر رؤبن جو برهمو بڻيو هو، يڪتاري تي سرل ڀڄن ڳايا، ۽ پوءِ ديوان ڪوڙيمل اُتي وياکياڻ ڪيو. برهم وديا جا متا ته منهنجي ٻڌيءَ کان ٻاهر هئا، پر ديوان صاحب جو گنڀير ۽ ديريني نوع مون تي ڏاڍو اثر ڪيو، ۽ خاص ڪري جيڪي درشٽانت ڏنائين سي ڏاڍا وڻيم. ديوان صاحب منهنجي پتا ديوان اُڌارام زميندار جو دوست هوندو هو ۽ اسانجا گهر لڳ ڀڳ آمهون سامهون هوندا هئا، سو وياکياڻ ختم ٿيڻ کانپوءِ اسانکي پنهنجي گهرواريءَ ماڙيءَ تي وٺي هليو، ڪٽجي ٿالهيءَ ۾، پاپڙ پڪوڙا رائي کارايائين ۽ مرادآبادي گلاسن ۾ شربت پياري خاطرداري ڪيائين.

برهمو سماج سان گڏوگڏ بنگالي سيينٽڪ سڀاڳيءَ جي ٻي لهر پڻ ١٩ صديءَ جي آخر ۾ سنڌ ۾ پهتي.

آهي هئي ناري وديا جي لهر، جنهنجا اڳوان ڀائي ساڌو هيرانند ۽ ديوان ڪوڙومل هئا. سنڌ ۾ اڇا زنانا اسڪول کونه پيا هئا، جنهنڪري ساڌو هيرانند پنهنجون ڀينيون نياڻيون ڪلڪتي پاسي بانڪيپور ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليون، جنمان هڪڙيءَ ڪنهن بيماريءَ مان ڇڏائيندي پنهنجي املهه جيوت جوانيءَ ۾ قربان ڪري ڇڏيائين. ٻيو ديوان ڪوڙيمل زناني تعليم تي "ٻڪو ٻهه" ڪتاب لکيو هو ۽ پنهنجي ڪٽنب جون نياڻيون وديا پرائڻ لاءِ بنگال موڪليون هيون. هو وڪيشن ۾ حيدرآباد ۾ موٽنديون هيون ۽ ساڙهيون پائي پردي بنان هوا خوريءَ لاءِ نڪرنديون هيون ته ماڻهن جون اکيون وٽي منجهن اٽڪنديون هيون. ٻيو ديوان صاحب پنهنجي پيرين جي ڳوٺ ۾ سنڌ ۾ پهريون زنانو اسڪول کوليو هو.

اسانجي گهر ۾ منهنجون ڀيڻيون پڦيون هونديون هيون جنکي ساڌو هيرانند ۽ ديوان ڏيارام گهر ۾ ئي سکيا ڏيئي انگريزيءَ ۽ سنسڪرت ۾ هوشيار ڪيو هو. ديوان ڪوڙومل پنهنجون نياڻيون اڪثر شام جو اسان جي گهر وٺي ايندو هو ۽ آهي منهنجي پڦين سان انگريزيءَ ۾ ڳالهائينديون ٻولائينديون هيون، ته مان جو پيون ٽيون انگريزي پڙهندو هوس، سو مڳد ٿي ويندو هوس ۽ اتاهه شردا وچان ڏانهن اکيون کڻي نهاريندو

هوس. هو چمڙيءَ جون ڪٽڪ رنگيون هونديون هيون، پر سندن روش اهڙا دل لپائيندڙ هوندا هئا، سندن هلڻي چلڻي اهڙي نزاڪت پري هوندي هئي، سندن ڳالهائڻ ۾ ايتري شيريني هوندي هئي، جو منهنجي سانير ۾ اهي استري جاتيءَ جون پهريون نشانيون هيون جنلاء مونکي، پاڻڪان وڏيون هوندي بہ، عزت پريو قرب ٿي ويو!

## ٢- ديارام گدومل شهاڻي

شري گهات پرسان پنهنجي اوطاق ۾ ديوان ڏيارام "غريبڙي بئنڪ" چالو ڪئي هئي جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ پائي بہ جمع ڪرائي سگهبي هئي. مونکي تن ڏينهن ۾ چار پايون روزانو خرچي ملندي هئي، جنهن مان هرو دال واري کان ٿي پوريون ۽ مٺان رونگہ ۾ دال چٽڻي وٺي کائيندو هوس. ۽ باقي پائي شام جو بئنڪ ۾ رکائي، "پاس بڪ" ۾ داخل ڪرائي، فخر وچان پاس بڪ کيسي ۾ وجهي گهر موٽندو هوس هڪ شام جو هڪ شاندار، سفيد ريش بزرگ، گهر جي سفيد پهراڻ سٿڻ ۾ ملبوس، گهران نڪري باهر بئنڪ جي آفيس ۾ آيو ۽ مونکي مٿي تي هٿ گهمائي چيائين، اڙي، تون تہ منهنجي ديوان شيوڪرام جو پوٽو آهين، مون کي ڏاڍي خوشي آهي جو خرچيءَ مان

ڪجهه ٻڍائي ٻنڌڪ ۾ رکڻ آيــو آهين. ٻين سڪولي دوستن کي ٻه وٺي اچ ته ميڙڻ جي عادت پوين. مونکي هاڻ حيرت لڳندي آهي ته هيڏي ساري جج صاحب ”گيتا جــو سار“ ۽ ”جپ صاحب جــو سار“ لکندڙ عالم، ڪئن هھڙا سنها پرزا سماجڪ شيوا جــا ڪارج شروع ڪيا، جي ”ڏرمدا ٽرسٽ“ ۽ ”سرناگتي“ جهڙن مها سنستائن دواران اڄا قائم آهن.

سورداس ٻڌيءَ کان ٻڌو هـــوم ته پــهرئين ساڌو هيرانند سندس وڏيا گرو هوندو هو، جنهن ولائت مان سورداسن لاءِ لکڻ جي سليٽ خاص سندن لاءِ گهرائي هئي ۽ کيس اها آئيوٽا سيکاري هئائين. ساڌو صاحب جي دردناڪ قضيي کان پوءِ منهنجي ٻڌيءَ کي ويراڳ وٺي ويو، تان جو جڏهن ديوان ديارام اسان وٽ اچي اهو خال پريو ۽ کيس سکيا ڏيڻ لڳو تڏهن هــوءَ وري جيوت ۾ ڪجهه چاهه وٺڻ لڳي. مونکي اُن تصويــر جي چٽي سانيڙ آهي:- هڪ ننڍڙي هالن واري پينگهي ۾، جو جنڊيءَ جي چٽساليءَ سان سينگاريل هو، هڪ ڏيا وارو ٻزرگ اُستاد، هڪ نماڻيءَ نابين شاگرديائيءَ کي، ويد پراڻ يا شيڪسپيئر جــا ناٽڪ سمجهائيندو هو ۽ هوءَ ٻي نور اکيون کڻي ٻڌندي ۽ هنڊائيندي هئي ۽ پوءِ پنهنجي سليٽ تي لکندي ويندي هئي.

سگهوئي ديــوان ديــارام سنڌ ڇــڏي ٻمبئيءَ ۾

ججيءَ جي عهدي تي هليو ويو ۽ اُتي ناري شيوا سدن
جاري ڪيائين، جو اڃا تائين نانا چونڪ وٽ ڪاروبار
هلائي رهيو آهي. هڪ ڏينهن اوچتو واچوڙي وانگر
خبر اچي ڪڙڪي ته رشي ديارام شيوا سدن جي
هڪ گجراتي شاگردياڻيءَ سان جيٽري تي جيٽري
شادي ڪري ڇڏي آهي! ساري شهر حيدرآباد مٿان
شوڪ جي لهر ڇانئجي ويئي، ڪن ڪٽنبن ۾ ته ماتم
مچي ويو. مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي ته اسانجي
گهر جا ڀاتي ٻه سس پس ڪندي سوين انومان ڪڍي
رهيا هئا ته ديوان صاحب شايد اُن ڀليل شاگردياڻيءَ
جي لڄ رکڻ لاءِ اهو ڪلنڪ پاڻ تي کنيو آهي پر
سورداس داديءَ چنڊ ٻائيءَ کي سن ورتي ويئي ۽ پريا
چار ڏينهن پنهنجي ڪمري کان ٻاهر ڪانه نڪتي.
پنجين ڏينهن مونکي ڪوٺي ڇيائين، ڪڪا، ٽوڪان
ڪجهه لڪائڻو اٿم، پنهنجي ڪاپي ڪڻي آءُ. پوءِ ته
پنهنجيءَ آئيويٽا ۾ لکيل ڪاغذن جو ٿهو ڪڍي سڄا
سارا هڪ سؤ سلوڪ يا سنڌي بيت اُچاريندي ويئي
۽ وچ وچ ۾ ٻي نور نيڻن مان جل جاري ٿي ٿيس. ٻه
ڏينهن صبح سانجهيءَ ويهي لکڻ سان مون اهي پورا
ڪيا ۽ پوءِ ڇپائون ته هاڻي لفافي ۾ وجهي اهو منهنجو
آخرين خط ديوان صاحب جي فلاڻي سرنامي تي رجسٽر
ڪري آءُ. انهن دلسوز سلوڪن مان ڪي مون سنڌ

ڪاليج مئگزين ۽ ھندواسي اخبار ۾ ڇپايا ھئا، جنمان ھڪڙو مثال طور ياد ٿو پويم:-

پر ناري مايا روپ - ٽڪا چلائي تير
پختو ڪري پرش کي - قابو منجھ زنجير
سھسين سورھيه وير - لڙھي ويا ھن لھر ۾.

سال ڏيڍ بعد خبر آئي ته ديوان ديارام جي اھا شاگرديائڻي پٽني ويم ۾ گذر ڪري ويئي ۽ ديوان صاحب جيءَ تان رٽاير ڪري باندرا ۾ واڃي گوش نشين ٿيو آھيءَ پاپ جو پراڇچت ڪري رھيو آھي. منھنجو چاچو ڊاڪٽر کيمچند بمبئي گھمڻ لاءِ مونکي به وٺي ھليو ھو، سو ھڪ شام جو چيائين، ھل ته ديوان ديارام سان اعزا پرسي ڪري اچون، اسان جو ڪٽنبي دوست آھي. پر باندرا واري بنگلي جو دربان، چاچي جو اندر موڪليل پرزو واپس کڻي آيو. چي، صاحب ڪسڪو ملنا نھين چاھتي ھئن. لاچار ھليا وياسون ۽ اڌ منو ڪلاڪ بنگلي ھيٺان سمنڊ جي ڪناري تي سير پئي ڪ وسين، تہ چاچي پريان سڃاتو ته ديوان ديارام منھن اونداھيءَ ۾ ھڪ بالڪ کي پارن جي گاڏيءَ ۾ وھاريو گھمائي گھمائي رھيو ھو. ديوان ديارام جي زندگيءَ ۾ اُن آخرين گھٽنا ڪارڻ متاثر ٿي مون ھڪ ننڍو ناٽڪ "اڪيلي دل" لکيو ھو، جنھن ۾ ھمدرديءَ سان ڪيس سمجھڻ جي ڪوشش ڪئي ھئم.

## ۳- مرزا قليچ بيگ فريدون بيگ

قليليءَ تي مکي پريتمداس جو مشهور باغ. لاڙ جي زميندارن جي چانھ پارٽي، جتي منھنجو پتا مونکي به وٺي هليو هو، ڇو جو مونکي زمينداريءَ تي وهارڻ لاءِ تيار ڪري هوس. مان ٽازو ٽاءِ ڪالر وارو ڪاليجي نوجوان ٿيو هوس سو بابو فطرتن مونتي فخر ڪندو هو، ڇو ته پاڻ به فيشنيبل هوندو هو. پريان پريان مکيه مهمان واري وڇين ڪوچ تي هڪ گورو گورو شاهاڻو شخص، قندڻ واري ترڪي ٽوپي پايو، ڊگهي فارسي ڪوٽ ۾ ملبوس، ويٺو هو. بابي چيو، هل ته مرزا قليچ بيگ سان ملون، منھنجو واقفڪار آهي، ٽازو ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان رٽاير ڪيو اٿس. ڪراچي ڪاليجي پت جي حيثيت ۾ منھنجي واقفيت ڪرايائين، ۽ مون مرزا صاحب کي چيو ته مون کي توهان جا ناول ”زينت“ ۽ ”دلارام“ ڏاڍا وڻندا آهن، جي بابي مونکي سوکڙيءَ طور آڻي ڏنا هئا، ۽ توهان جا ناٽڪ ”فيروز دل افروز“ ۽ ”شمشاد مرجانه“ ته مون کي بيحد پسند پيا هئا، جڏهن بابو ۽ چاچو ڏيکارڻ وٺي هليا هئا. مرزا صاحب جو چهرو کلي پيو ۽ چيائين، مونکي خوشي ٿي ٿئي جو تنھنجو سنڌي ادب ۽ ناٽڪ ۾ ايترو چاهه آهي. ڪجھ لکڻ لاءِ به

چاهه اٿيئي؟ چيم، سائين دليان ته ڪجهه نـاهي نٿو سگهان، پر هڪ ننڍو ناول انگريزيءَ تان ترجمو ڪيو اٿم. اجازت ڏيو ته نظر مـــان ڪيڍڻ لاءِ توهان کـــي تڪليف ڏيان. جواب ڏنائين، بلاشڪ، آءٌ تـه اهوئي ٿو چاهيان تـه جـــوان سنڌي لکندڙ پيدا ٿين، اسين پيرمرد هاڻ مانا ڪائي مٽي آيا آهيون. آءٌ به ته گهڻا تڻا ترجما ئي ڪندو آهيان، ترجمن جي سنڌيءَ ۾ گهڻـي ضرورت آهي. سنڌي ساهت بابت اهي هدايتون مون مرزا قليچ بيگ کان ئي ٻڌيون.

ساڳئي سال ۱۹۱۴ ۾ لعلچنـــد امرڏنيمل ۽ چيتمل پرسرام سنڌ ۾ پهرين "سنڌي ساهـت سوسائٽي" برپا ڪئي، جنهن جـو ماهوار رسالو ڪيترا سال باقاعدي نڪرندو رهيو. اُن سوسائٽيءَ جـــو مهورتـــي جلسو هومسٽيڊ هال ۾ وڏي دٻدٻـي سان ملهايو ويـــو هو، جنهن جو صدر مرزا قليچ بيگ هو. ان موقعي تي مرزا صاحب صدارتي تقريـر وارو پنهنجو مقالو سنڌي شعر، انجي شروعات ۽ هاڻوڪي حالت تـي پڙهيو هو. اهو هڪ کوجنا ۽ اختياريءَ وارو ادبـي تاريخ تي دستاويز هو جو اُن سوسائٽيءَ جي ماهوار رسالي جو هڪ انڪ ڪري شايع ڪيو ويو هو. مرزا صاحب جو "موتين جي دٻلي" (رباعيون) ۽ ٻيا ڪيترا ننڍا ڪتاب هـن ماهوار رسالي ۾ ڇپرا ٿيا.

قلياڻيءَ جي پراڻي، ٽنبي ٽوڙهي جي ڳوٺ ۾، هڪ شاهي چوڏيواريءَ اندر مرزائن جي حويليءَ ۾، مرزا قليچ بيگ جو ڪتب خانو ۽ اپپاس ڪمرو هو، جنهنجي پنهن سان لڳل ڪانچ جا ڪبٽ ڪتابن سان ستيا پيا هئا. آءٌ بي. اي. جو شاگرد، سنڌ جي بنيادي ناٽڪ منڊليءَ (Sind College Dramatic Society) جو منتري بڻجي ويو هوس، جنهن جا ناٽڪ ننڍي هوندي کان چوچ مان ڏسندو هوس. ناٽڪ منڊليءَ جي ڪنهن ڪم سانگي مرزا صاحب کي ملڻ آيو هوس، ۽ اُن شاندار شخصيت جو مالڪ پاڻ ورانڊي تائين ٻاهر نڪري آيو ۽ مونکي هٿ کان وٺي ڪتب خاني ۾ اچي وهاريائين. منهنجي پتا جي تندرستيءَ بابت حال احوال وٺي پڇيائين، پر توهان پنهنجو ترجمو ڪيل ناول تہ مونکي ڪوئي ڪونہ. عذر ڏيندي چيم، توهانجي يادگيريءَ لاءِ مهرباني، پر اهو ڪنهن پبلشر جي ٽڪڙ ڪرڻ ڪري مون پريس ۾ موڪلي ڇڏيو. هاڻي مان ڪاليج ڊرئمڪ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿيو آهيان، ۽ هن سال اسٽيج تي آڻڻ لاءِ اوهان صاحبن کان ڪو نئون ناٽڪ وٺڻ آيو آهيان. مشڪي اُتر ڏنائين، گذريل سال روميو جوليٽ جو ترجمو سوسائٽيءَ کي ڏنم تہ اسٽيج تي نہ آندائون. چيو، منجهس محبت جا کليل نظارا ڏيکاريل آهن؛ پر اهو ڏوهہ تہ شيڪسپيئر

جو ڇڏيو، نه منهنجو، ڪلنديءَ سٽ ختم ڪيائين. مون چيس، ته پوءِ سائين، مون کي اهڙو ڪو ڪٿي ناٽڪ ڏيو جنهن ۾ محبت جا نظارا هجن ئي نه. جواب ڏنائين، هائو هاڻي ماڳهين اهڙو تو ناٽڪ ڏيانو جنهن ۾ محبت بدران نفرت ڏيکاريل هجي - پتَ جي ماءُ ڏانهن نفرت، عاشق جي معشوق ڏانهن نفرت! شيڪسپيئر جي هئمليٽ جو ترجمو. نالو رکيو اٿم "شهزاد و بهرام." اُميد ته اهو رد ڪري ڪونه ڇڏيندا. مون شڪرانا مڃي چيو، سائين، گهڻو ڪري مون کي ئي شهزادي بهرام جو پارٽ ڪرڻ جو شرف ملندو، ۽ اُميد اٿم ته هن ناٽڪ ۾ اهو ناٽڪ ڏسي توهين خوش ٿيندا. پوءِ مرزا صاحب حويليءَ جي ٻاهرئين ڦاٽڪ تائين مونکي اُمارڻ آيو. هيڏي مرتبي وارو مصنف، هڪ الڙ ڪاليجي شاگرد سان ڇا ته فضيلت ۽ حليمائيءَ وارو ورتاءُ ڪيائين!

پر مرزا صاحب سان مان پنهنجو وعدو پاڙي نه سگهيس. ڪجهه عرصي کان ڪاليج ناٽڪ منڊليءَ جي انتظام ۾، جهونن ۽ نون شاگرد ميمبرن وچ ۾ نفاق هلندو پئي آيو، جو دفع ڪرڻ لاءِ مان سيڪريٽري چونڊيو ويو هوس. پر آءٌ صلح آڻڻ ۾ ناڪامياب ٿيس ۽ مورڳو ناسازي ايتري وڌي ويئي

جو نئون ناٽڪ ڪرڻ ته بجاءِ خود، سالن کان ڪم ڪندڙ سوسائٽيءَ کي ئي سميٽڻو پيو- گويا ناٽڪي دنيا ۾ منهنجو پهريون قدم ڳُوڙهو ۽ ثابت ٿيو! منهن پلڙو ڪري موٽي مرزا صاحب جي حويليءَ تي ويس، اها بدخبري ٻڌائي مانس ۽ ”شهزادي بهرام“ جو موٽيون مثل اکرن ۾ لکيل دستخط واپس ڏنو مانس. دلداري ڏيندي چيائين، ملول نه ٿيو، حد حد پکيءَ (Phoenix) وانگر هڪ سوسائٽيءَ جي رک مان ٻي سوسائٽي پيدا ٿيندي ۽ سنڌي ادب جو ڪاروان هلندو رهندو ۽ سچ پچ ٽورن ئي سالن بعد، ۱۹۲۳ ۾ رابندرناٿ ڊرئمٽڪ ڪلب چالو ٿي ويئي، جنهنجا ڪارناما منهنجي ”نثر جي تاريخ“ ۾ ذڪر ڪيل آهن.

گرئجوئيٽ ٿيڻ بعد مون ڪي سال پنهنجي زمينداري ڪمائي، ۽ جهنگل جي تنهائيءَ ۾ شاهه جي رسالي مان سؤ کن چونڊ بيت انگريزي نظم ۾ آندم. اهي نظرثاني ڪرڻ لاءِ مون مرزا صاحب کي موڪلي ڏنا، جن بابت لکيائين ته اصلوڪي شاهه جي بيتن مان وفاداري سان نباهيو اٿيئي. زميندار ي ڇڏي ڪراچي ڪاليج ۾ فيلو ٿيڻ سان، جهوني دوست ٿهلرام آڏواڻيءَ سان شرڪت ۾ مون هڪ انگريزي شعر جي ڪتابڙي ڇپائي هئي، جا به مرزا صاحب کي رايي لاءِ موڪلي

هيمر چو جو پاڻ انگريزيءَ ۾ بہ شعر گوئي ڪندو هو. اُنهن مان ڪيترا شعر ڪيس گهڻو پسند پيا هئا ۽ همتائيندڙ خط مون کي لکيو هئائين. اهي خط ان اعليٰ اديب جي يادگيريءَ ۾ آءٌ سانڍيندو اچان.

## ٤- پرمانند ميوارام راچنداڻي

١٩ صديءَ جي آخر ۾ هندو ڌرم جي رسمي پابندين کان ناراض ٿي، هڪ پاسي برهمو سماج سنڌ ۾ هندو ڌرم جي ايڪتا آندي، تہ ٻئي پاسي ڪي هندو شخص ڌرم بدلائي مسلمان ۽ ڪرستان بڻيا. منهنجو پتا چوندو هو تہ مامي ميوارام آڏواڻيءَ (پروفيسر پرمانند ميوارام آڏواڻيءَ جي پتا) اسلام اختيار ڪيو، منهنجو ماسات پرمانند رامچنداڻي عيسائي ٿيو، شڪر ٿيو جو مان ڪجهہ وقت مائيءَ ائني بيسنت جي اثر هيٺ ناستڪ هئڻ ڪري ڌرم بدلائڻ کان بچي ويس! پرمانند صاحب منهنجي پتا جو نہ فقط ماسات هو پر دوست پڻ هو، ٻئي چوٿين ڏينهن اسانجي گهر ايندو هو، ۽ پنهنجيءَ ماسيءَ (منهنجي ڏاڏيءَ) سان اوپاريون لهواريون ڪندي، پنهنجي ڪيسي مان چونچڙيون ڪيدي هوءَ جيڪي بہ محاورا ۽ اصطلاح، چوڻيون ۽ پهاڪا ڪم آڻيندي هئي سي نوٽ ڪندو ويندو هو.

۽ نيٺ سنڌي ٻوليءَ جون ڄاڻو حيدرآباد جي شهر ۾ ٻه ٻيرسن عورتون آهن- هڪ منهنجي ماتا ۽ ٻي منهنجي ماسي، جي سنڌي اکر پڙهي لکي به ڪين ڄاڻن، صرف گرمکي اکر ڄاڻن. اسان سان بابي جي ٻنيءَ تي شڪل لاءِ هلندو هو ته به ٿپ ٿپ ٿي اهي چونچڙيون ڪيئي هارين نارين ۽ ڪمدارن ڪاراون جا گفتا ۽ اُنهن جون سمجهاڻيون تهه پهه درج ڪندو ويندو هو، ڇو جو هن ڄاتو تي ته سنڌي ٻوليءَ جو خزانو ڳوٺاڻن جي زبان ۾ لڪل آهي. اهڙيءَ ريت ئي، ساريءَ سنڌ جو سفر ڪري، سالن جي ڪشالن کان پوءِ پنهنجون مشهور سنڌي- انگريزي ۽ انگريزي- سنڌي ڊڪشنريون جوڙيائين.

پرمانند صاحب جي شڪل شبيهه ۾ ڪشش ڪانه هوندي هئي پر سندس خوش خلقي ۽ چرچا گهڻا سڀن کي پيارا هوندا هئا. هڪ لڱا مونکي چيائين، منگها، سڌ اٿيئي ته منهنجي ”جوت“ ساڳئي سال ۱۸۹۶ ۾ ڄائي هئي جنهن ۾ تون ڄائو هئين؟ توهان ٻنهي جي عمر ساڳي آهي. مون به چرچو ڪري پڇيومانس، پر دادا، توهان شادي ڪڏهن ڪئي جو مون جيڏي ڪڪي ڄڻيؤ؟ چيائين، لچ (اهو سندس پيار ڀريو اکر هو)، مان ”جوت“- اخبار نالي ته چوان جا منهنجي دماغي ڌيءَ آهي، جنهن کي مان مرڻ

گھڙيءَ تائين ساهه سان سانديندس. ۽ سچ ٿيو به ائين؛
پريا ۴۰ سال، مهني ۾ ٻه ڀيرا، ”جوت“ جو چؤصفحو
پرچو ڪڍڻ ۾ ڀيرو نه ڀڳائين، پنهنجي جند جان اُن
کي ارپڻ ڪري ڇڏيائين. پرچو شايع ٿيڻ سان، سويل
صبح جو پيدل نڪري پوندو هو ۽ مٽن مائٽن، يارن
دوستن جـــي گهرن ۾ هٿون هٿ ”جـوت“ پهچائـي
ايندو هو، منجهائن ڪي سنا ٽڪرا پڙهي ٻڌائيندو هو ۽
ٽيڪا ڪندو ۽ ٻڌندو هو. گويا لاڏلي ٻار کي هواخوريءَ
لاءِ وٺي ويندو هو ۽ فخر وچـــان عزيزن اڳيان پيش
ڪندو هو. توڙي ”جوت“ اصل عيسائـي مذهب جي
ڦهلاءَ لاءِ ڪڍي هئـــائين، ۽ منجهس اڪثر مضمون
عيسائي اصولن ۽ شخصيتن تي لکيل هوندا هئا، تنهن
هوندي به ڪيترا ليک عام اخلاقي، سماجڪ، تعليمي،
تاريخي ۽ سئر سفر بابت پڻ نهايت دلچسپ هـــوندا
هئا. ڪن ڪرستاني متن جي اُتساهه مان اُپٽار ڪندي
بعضي هندو سڌانتن بابت ڪٽرپڻو ظـاهر ڪندو هو.
پر اُن وشيه تي پڙهندڙن جا جواب بـ کليءَ دل سان
پڌرا ڪندو هو ۽ اهڙيءَ طـــرح ڪيترن ڌرمي مسئلن
جي ”جوت“ ۾ ڇنڊ ڇاڻ ٿيندي هئي. پرمانند صاحب
جي نجي چيدي موزون عبارت سندس لکيتن جو خاص
ڳهڻو هئي، جنهنڪري کيس سنڌي مضمون نـويسيءَ
جو ابو چئي سگهجي ٿو ۽ سندس ڪنو ڪري ڇپايل

ڪتاب ”گل قل“ سنڌي مضمونن جو مثالي ڳٽڪو ٿي پيو آهي. ”جوت“ ۾ ڇپيل ڇرچا ڀرئين ڀرئين پڙهندا هئاسون ۽ ڪلي ڪيرا ٿيندا هئاسون، جي پڻ ڪنا ڪري ”دل بهار“ جا چار ڀاڱا ڇپايائين، جي سنڌي مذاقي ساهت جو خزانو آهن.

پرمانند ”جوت وارو“ (پڙهندڙ اهو لقب ڏيندا هئس) پنهنجي ڇوڪريءَ اخبار ۾ ٻين ليکڪن کي ٻه همٿائيندو هو، مثلن، پريداس پيرومل (پيرومل مهرچند جو فرزند) پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻي ۽ ديوان واڌومل گنگارام جا مضمون ڀرين جوت ۾ شايع ٿيا ۽ پوءِ اُهي ليکڪ مشهور ٿي ويا. هن بندي جا ٻه ڪاليج ۾ وڃڻ کانپوءِ لکيل ڪي سنڌي بيت پسند ڪري ڇپايا هئائين، جن مان هڪ ياد ٿو اچيم:

پکيڙو وڻ ڏار ٿي، اُڏ اُڏ آ وينو،
ڇيهڙو ننڍڙو نفيس ڏورئون ٿي ڏنو.
هوا جا سوسات ٿيا پئي، چوطرف چوڌار،
لڏي ٿي هيٺ ۽ مٿي اوءِ سنهي ساري ٽار.
پر اُن ننڍڙي ڇيهڙي پئي بيفڪرو جهولو،
چوڻ پنهنجن پرن جو هو ڪيس پڪو ٽڪيو...

تنهنڪان پوءِ پرمانند صاحب مونکي سنڌيءَ ۾ لکڻ لاءِ همٿائيندو هو ۽ نيٺ سنڌي لفظن ڪتب آڻڻ

بابت بحث مباحثا ڪندو هو. پنهنجو ترجمو ڪيل رابندرناٿ ڪلب جو انعامي ناٽڪ ”ايڪتا جو آلاپ“ موڪليومانس، ته اُن تي همدرداڻي ءَ جوڙجڪي سمالوچنا ڪري ”جوت“ ۾ وڌائين. پر جڏهن ايڪانڪي ناٽڪن جو پهريون مجموعو ”پدمجنديڙا ناٽڪ“ موڪليومانس، ته مٿيءَ ماڻٽيءَ جو لحاظ نه رکي، اُن تي ڪڙي تنقيد ڪئي هئائين، چي، ”مسٽر ملڪاڻيءَ ڪي بيا ڪي سنا مسئلا نظا سجهن چا، جو ههڙا ڪنا قصا پيو ڪٽي! اهڙيون نازڪ ڳالهيون شب ۾ ڪبيون آهن، پر هي صاحب ته لاهي پائي بيٺو آهي.“

— ”زنئين دنيا“ جنوري - فيبروري ١٩٧٧

# سنڌي ساهت جي نموني

## پيرومل مهرچند آڏواڻي

حيدرآباد سنڌ جي مشهور شاهي بزار ۾، هڪ سنهڙي وڪڙائتي گهٽي ڦٽي نڪرندي هئي، جنهن جو نالو هو فوجدار واري گهٽي. منهنجو ننڍڙو، ڪچو سرو ناناڻو گهر اُن گهٽيءَ ۾ هوندو هو. جتي منهنجو نانو ماستر سچانند آڏواڻي (مشن سڪول وارو)، هر آرتوار تي مونکي پاڻ وٽ گهرائيندو هو. جو جو پيو پار نه هٿ ڪري مونکي گود جو پٽ ڪيو هئائين. ناناڻي گهر سان لاڳيتو پيو هڪ وڏو گهر هوندو هو، جنهن جي وچ ۾ اڄ وچ لاءِ ان زماني جي رواج موجب، هڪ ننڍي دري هوندي هئي، جنهن مان ڪم ڪبي ڪري، ڪنڌ ڪاسائيءَ کي ڏيئي، لنگهي

سگهيو هو. اُن وڏي گهر ۾ وڏو ايوان هوندو هو جنهن ۾ اسين اوسي پاسي وارا ڇوڪرا ڇوڪريون وچـــي رانديون روندون ڪندا هئاسين. رانديون ڪندي مان ڏسندو هوس ته اندرئين صفحي ۾ هڪ وچولي اوستا وارو شخص، ڪٽ تي فراسي وڇايو، وهاڻن تي ٽيڪ ڏيو، گوڏن تي ڪاغذن جـــو ٿهو رکيو، مس ڪپڙيءَ مان اسٽيل بوڙيو، سمورو وقت لکندو رهندو هـــو. ڪيس دادو پيرومل ڪوٺيندا هئاسين، ڇو جو اڇا ايڏيءَ عمر جو ڪونه هو جو ڪاڪي جو لقب ملي‌س. دادو پيرومل منهنجي ناني جو ننڍو سؤٽ لڳندو هـو ۽ مون سان ڏاڍي پاٻوهه مان ڳالهائيندو هـــو. هڪ ڏينهن اوچتو صفحي مان، لنبي پتلي سرير وارو دادو ٻـاهر نڪري آيو ۽ مونکي هٿ کان وٺـي چياءِ: ڪتاب لکي پورو ڪيو اٿم، اچ ته اُن مـان هڪ آکاڻي پڙهي ٻڌايانءِ. سندس پٺ پريو (جو پوءِ پريداس پيرومل نالـــي لائق ليکڪ بنجي پيو پر جوانيءَ ۾ ئـــي گذر ڪري ويو) بالڪپڻ ۾ ذرا اڙ ٻنگه هوندو هو، سو ايـــوان ۾ رانـد ڪندو رهيو. مان اندر وڃي دادي جـــي ڪٽ جي پيرانديءَ کان ايس تي وينس ۽ دادي Arthur & Hubert وارو، شهزادي جي اکين ڪيڻ جو دلسوز نظارو مونکي پڙهي ٻڌايو، جنهن نـاٽڪي صورت ۾ هٺ ڪـــري مونکي ڏايو متاثر ڪيو، ڇو جو ناٽڪن جو شوق مون

۾ ننڍي هوندي کان هوندو هو. پوءِ خبر پيم ته اهو نظارو شيڪسپيئر جي ”ڪنگ جان“ مان ورتل هو، جنهن جو ترجمو پيرومل صاحب ”حرص جو شڪار“ نالي سان ڪيو هو ۽ جو شڪارپور جي جهوني مشهور ڪتب فروش ۽ ناشر راءِ صاحب پوڪرداس هن صديءَ جي شروعات ۾ لٿو ۾ ڇپايو هو، پر اهو ناٽڪ ڪڏهن به اسٽيج تي ڪونه آيو، الاجي ڇو. شايد لٿو ۾ ڇپيل هئڻ ڪري ڪنهن کي ڌيان ۾ ئي ڪونه آيو، جهڙيءَ طرح مرزا قليچ بيگ جا شروعاتي ناٽڪ ”ليليٰ مجنون“ ۽ ”رستم سهراب“ به سٽيج تي اچڻ کان رهجي ويا هئا. اهڙيءَ طرح ڪاڪي پيرومل سان منهنجي شخصي سڃاڻپ هڪ ناٽڪ دواران ٿي.

تن ڏينهن مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ ڪراچيءَ وڃڻو پوندو هو ۽ ڪاليجي امتحانن لاءِ بمبئيءَ کهي وڃبو هو. ۱۹۱۳ ۾ مئٽرڪ ڏيڻ لاءِ مان ڪراچيءَ آيس ۽ ناناڻي گهر رهيس، ڇو جو تڏهن منهنجي نانيجي بدلي ڪراچي مشن سڪول ۾ ٿي هئي. گاڏي کاتي ۾ رابسن روڊ تي، رامباغ تلاءَ جي ڪپ تي (جنهن ۾ پوءِ پراڻو وجهي رامباغ پارڪ ٺاهي ڇڏيائون) منهنجو ننڍڙو ناناڻو گهر هو، جنهن مان هڪڙي ڪوٺي مونکي پڙهڻ لاءِ ڏني هئائون. دادي پيرومل جي بدلي به تيستائين ماڙيپور وارين لوڻ جي کاڻين تي ٿي ويئي

هئي، جتي آبڪاري انسپيڪٽر جو عهدو هو.س.
وچولي ڄمار ۾ تازو ٻين شادي ڪئي هئائين، جنهن
تان پئس پريو رسي هليو ويو هو ۽ سڪ پنهنت اختيار
ڪري هرنام سنگهه نالو رکايو هئائين، دادو ٿوورانيءَ
سوڌو ڪراچيءَ ۾ گهر ڪري اچي رهيو هو. منهنجي
امتحان ختم ٿيڻ کان پوءِ، دادو پيرومل هڪ آرتوار
تي منهنجي ناناڻي آکهه کي شڪل ڪرائڻ لاءِ سمنڊ
رستي ماريپور وٺي هليو. ڪياماڙي بندر تي ٻيڙيءَ
جو بندو بست ڪيو هئائين، کاڌي پيتي جو سامان سڀ
ٻ ساڻ ڪنو هوسين ۽ صبح جو ٻيڙي ڪياماڙيءَ تان
هاڪاري هلي. پر اڃا ماريپور جي اڌ پنڌ تي مس
پهتاسين ته سمنڊ جو پاڻي لهڻ لڳو. مير بحرن ويـر
لهڻ جو حساب ڪو پورو نه ڪيو هو، جنهن ڪري
ٿوري ئي وقت ۾ اسانجي ٻيڙي سمنڊ جي تري ۾
گپي پيئي. سمنڊ جي ٻيڙين جو ڪنڊي مثل نوڪدار
ٿيندو آهي (نه منني پاڻيءَ جي ٻيڙين وانگر سنئون
سنواتو)، سو اسانجي ٻيڙي چڪڻ ۾ ڏنگي تي پيئي،
ڄڻ اڃها تي اُبتي ٿئي ۽ اسين سڀ تري ۾ ڪري
ٿا پئون! وري سمنڊ جو ترو به واريا سو ڪونه هو، پر
چيندڙ ڪانديڙن سان ڇانيل، جن ۾ جيڪر ڦٿجي
پئجي! هراس وچان ٻارن ٻچن ۽ زاعفائن واڪو واڪاڻ
مچائي ڏني، پر مير بحرن خاطري ڏني تہ ٻيڙي اُلٽي

ڪانہ ٿيندي. جيتوڻيڪ ٥-٨ ڪلاڪ انهيءَ حالت ۾
ئي ڪاٽڻا پوندا، جيستائين سانجهن جو ويڙ چڙهي ۽
ٻيڙي هاڪاري سگهجي. پيرومل سخت ڇنڊ ڪيئين،
چئي، هيڏا ٿهڙا! ناڪوئان آهيو ڪين حجام. جو ويڙ جي
وقت جو ٻہ پورو سماءُ نٿا رکو ۽ تانگهي پاڻيءَ مان
ٻيڙي ڪاهي اچي هتي اٽڪائي اٿــو؟ پوءِ ٻن ٽن
ملاحن کي اُماڻيائين ”بابا“ نالــي ٻيٽ ڏانهن (جـــو
پريان پٽي ڏسڻ ۾ آيو ۽ منهوڙي ۽ ماريپور جـي وچ ۾
آهـي)، ۽ هڪ ڪاموري ڏانهن نياپو موڪليائين تـــہ
مهرباني ڪري ڪجهہ کاڌي جو سامان ۽ پيئڻ لاءِ پاڻي
جلد روانو ڪريو. ملاح تہ ڪانڊيڙن تان هلڻ تـي ٻـہ
هريل تي ڏٺا، سي پهچندا ويا ۽ ڪلاڪ ڏيـڍ ۾ گيپل
ڪوڪ تيل مڇي، جوئر جــا ڀوڙا، لسيءَ ۽ مکڻ سان
ڀريل چاڏي، کڻي اچي حاضر ٿيا، جـي اسان خوب
نوش جان ڪيا. وقت ڪاٽڻ لاءِ ڪجهہ مـدت ليٽي
آرام ڪيوسين، ڪجهہ وقت دادي پيرومــــل ڪـــي
ڪهاڻيون ۽ ٽوٽڪا ٻڌايا، تـــان جــو شام جو چنـڊ
اُڀرڻ سان ويڙ بہ چڙهڻ لڳــي، ٻيڙي بہ چرڻ لڳي ۽
ڏيڍي ٻرئي مهل اچـي آخر ماريپور پهتاسين ۽ دادي
جي ڪوارٽر ۾ ڦانهن تي پياسين. ٻئي صبح ٿيڻ سان
ڪوبہ نہ پيو قبول ڪري تہ موٽ جـي مسافري سمنڊ
وسيلي ڪريون، تنهنڪري پيرومل هڪ لاريءَ جو بندوبست

ڪري ورتو ۽ سلامتيءَ سان واپس ڪراچيءَ وٺي آيو.
هڪ عالم، جنهن ساري ڄمار ڪتابن تي نور نچوئڻ
۾ ڪاٽي، تنهنجو هيءُ عملي پهلو، هيءَ بردباري،
هيءَ هلندي چلندي ڏسي مان عبرت ۾ پئجي ويس.
ماريپور واري ان اٽوسرندڙ واقعي جو بيان مون هڪ
مضمون ۾ قلمبند ڪيو هو، A Serious Mishap
جي عنوان سان، جو ٻئي سال ڪراچي ڪاليج ۾ وچڻ
سان انجي مئگزين ۾ شايع ٿيو هو ۽ جنهن لاءِ دادي
ڀيرومل مونکي داد ڏنو هو. اهڙيءَ طرح منهنجو
پهريون انگريزيءَ ۾ مضمون ڀيرومل جي سرپرستيءَ
هيٺ لکيو ويو.

ڪاڪي ڀيرومل جي سرپرستيءَ هيٺ شايع ڪيل
منهنجو سنڌي ڪتاب هو "پريت جا گيت" (١٩٤٠)
جو گرديو ٽئگور جي "گارڊنر" تان ترجمو ڪيو هوم.
تڏهن ڪاڪو آڏواڻي ڪائي مان رٽائر ڪري ڪراچي ڪاليج
۾ سنڌيءَ جو پروفيسر هو ۽ مان به ساڳئي ڪاليج ۾
انگريزيءَ ۽ سنڌيءَ جو نائب پروفيسر هوس. اهو
ڪتاب مون زمينداريءَ جي تنهائيءَ ۾ پئي ڇهه سال
اڳ ترجمو ڪري رکيو هو، پر ڇاڪاڻ جو نظماڻي نثر
(Poetic prose) ۾ لکيو هوم، جو نوع سنڌي ساهت
۾ پهريون دفعو آزمايل هو، تنهنڪري ڀڄندڙ ۾ هوس ته
پڙهندڙن کي دلچسپ لڳندو يا نه. تنهن وچ ۾ اُستاد
لعلچند امرڏنيمل انهيءَ ساڳئي ٽئگور جي ڪتاب جو

ترجمو ”سدا گلاب“ نالي سان، پنهنجي عالماڻيءَ
اصطلاحي عبارت ۾، جيلخاني جي تنهائيءَ ۾ پورو
ڪري ڇپائي ڇڏيو هو، جو نهايت مقبول ٿيو هو.
تنهن هونديءَ به آخر مان پنهنجو ساد و سود ترجمو،
سڌاري سنواري، ڪاڪي ڀيرومل وٽ کڻي ويس ۽
عرض ڪيو مانس ته صلاح ڏيو ته ڇپائڻ لائق آهي يا نه.
ڀيرومل صاحب تڏهن ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ تيار
ڪري رهيو هو، تنهن هونديءَ به مون سان قرب ڪيائين
جو پڙيا ٻه هفتا ڪن، پنهنجي بندر روڊ ايڪسٽينشن
واريءَ جڳهه تي مونکي هر روز ڪوٺائيندو هو ۽
منهنجو پريت جي گيتن جو ترجمو نهايت خوش سان
ٻڌندو هو، ڪيترا گيت ته اصلوڪن انگريزي گيتن
سان ڀيٽائيندو هو ۽ ڪجهه درستيون به ڪرائيندو هو.
دستخط پڙهي پورو ڪرڻ سان ڏٺم ته ڪيس پسند پيو،
جنهنڪري مختصر مهاڳ لکڻ لاءِ وينتي ڪئي مانس،
جو خوشيءَ سان لکي ڏنائين. اُنما هيٺيون فقرو پيش
ٿو ڪريان:- ”سنڌس (ٽئگور جي) شاعراڻن خيالن کي
سنڌيءَ ۾ آڻڻ ۾ ڪم ٿو ڪيو. مسٽر ملڪاڻيءَ کـي
انهيءَ ڪري جس آهي جو اصلوڪا خيال قائم رکيا
اٿس ۽ منجهن ڪا به مروت سروت ڪانه ڪئي اٿس.
ٻولي جيڪا ڪم آندي اٿس سا به روي بابوءَ جي
شاعراڻي نموني آهي، جنهن کي پڙهي ته ڪو نظم يا نثر،
يا ٻنهي جوڙجوڙ ميل ڪوني. ڪتاب مان مزو هيڪاري

تڏهن ايندو جڏهن ڪو انهيءَ ڍنگ سان پڙهندو جنهن ڍنگ سان لکيل آهي ... اهڙن عمدن ڪتابن جي سنڌيءَ ۾ گهڻي گهرج آهي.“

”پريت جا گيت“ ڪراچيءَ ۾ بي - اي امتحان لاءِ درسي ڪتاب ڪري رکيل هو، ۽ پوءِ جو ”گيتانجليءَ“ (۱۹۴۲) جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيم، تن ٻنهي ڪتابن جو ٻيون ڇاپو هندستان ۾ شايع ٿيو هو ۽ پروفيسر رام پنجواڻي ته ”گيتانجلي“ مان ڪيترا گيت سنڌي طرزن ۾ آڻي پنهنجي مڌر آواز ۾ ڳائيندو هو. تنهن هوندي به تازو ٻن نقاد دوستن ڦتن ٻرسواڻي ۽ ايم سڄڻ (ڪونج ملڪاڻي پرچو، مئي - جون ۱۹۶۵)، انهن ٻنهي ڪتابن تي آلوچنا ڪندي خوب ڇوهه ڇنڊيا آهن، ڇي، ”پريت جا گيت“ جو ترجمو ”بي جسو“ ڪيل آهي (ڇو جو انهن قافيا (rhymes) گهٽا ڪم آندل آهن)، ۽ ”گيتانجلي“ جو ترجمو ڪندي مون ”ڌاڦوڙا“ هنيا آهن (ڇو جو ان ۾ ڇند ۽ وزن (metres) رکيا اٿم). هاڻي، شعر ۽ شعراڻو نثر لکندي به جيڪڏهن قافيا ۽ وزن نه ڪتب آڻبا، ته ڪٿي ڪتب آڻبا؟ انهيءَ ۾ ڪهڙي اربع خطا آهي؟ نقادن منهنجي ترجمي جا مثال به ڇڱائي پيش ڪيا آهن، پر ڪنهن به هنڌ اِهو ڇيد ڪري سمجهايو ڪونه اٿن ته ڪئن ۽ ڪهڙيءَ طرح منهنجا ترجما بي جسا ۽ ڌاڦوڙن هڻڻ مثل آهن. سنڌين مڪيه

دليل اهو آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ جو شعر (خاص ڪري بنگالي ڀاشا جو شعر) ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ جي شعر ۾ ترجمو ڪرڻ نه کپي، پر نثر ۾ ترجمو ڪرڻ کپي، ڇو ته خود ٽئگور جي به پنهنجيءَ ڪوتا بابت اهڙي اِڇا هئي. منهنجي خيال ۾، ٽئگور ڀاران، يا اسان جن نؤنهال نقادن ڀاران، هيءَ هڪ نادرشاهي فرمان چئبو! جي اهو اصول قبول ڪجي ته پوءِ يوناني هومر جي وير- ڪوتائن Illiad ۽ Udyssey جو انگريزي شعر ۾ ترجمو جو پوپ جهڙي شاعر ڪيو هو، سو ناڪام چئبو! ڀارتي وير- ڪوتائن "راماين" ۽ "مهاڀارت" جو انگريزي شعر ۾ ترجمو جو رميش چندر دت جهڙي عالم ڪيو هو، سو به بي سود چئبو! خود "گيتانجلي" جو هندي ڪوتا ۾ ترجمو گردر شرما "ڪؤرتن" جو ڪيل آهي، جنهن مان مونکي گهڻي مدد ملي هئي، اهو به وئرٿ ويو! بس، وقت وقت جي ڳالهاري آهي. ڪاڪي ڀيرومل ڀارا جهونا ليکڪ پارکو ۽ قدرشناس هوندا هئا، ڊاڪٽر دائود پوٽي جهڙي عالم کي به جڏهن به چار پريت جا گيت پڙهي ٻڌايا هئم تڏهن چيو هئائين، فلاڻا، سنڌيءَ ۾ هيءَ "نئين چيز" آندي اٿيئي. پر اڄوڪا نقاد اڪثر مڇيءَ مان ڪنڊا ڪڍي ڄاڻن، ڊاهي ڦاڙي ڄاڻن- ناهڻ جوڙڻ ڪونه سکيا آهن. دوستن جي لکيتن کي آڪاس تي چاڙهي ڇڏيندا آهن

۽ تعميري تنقيد ڪرڻ بدران پنهنجي علميت جو اظهار ڪندا آهن.

ڪاڪي پيرومل منهنجي پهرئين ننڍن ناٽڪن جي مجموعي "پنج ننڍڙا ناٽڪ" تي به چڱي نظرثاني ڪئي هئي، انهن جي ٻوليءَ تي سنڌس مبارڪ هٿ لڳل هو ۽ انلاءِ هڪ همٿائيندڙ رايو به لکي ڏنو هئائين. اهڙيءَ طرح ڪراچي ڪاليج ۾ همڪار هئڻ ڪري، ڪاڪي صاحب، منهنجو بزرگ رشتيدار هئڻ ڪان سواءِ، مونکي پنهنجي دوستيءَ جو به شرف ڏنو. گاڏي ڪاٽي مان لنگهندي پائيندي گڏجي ويندو هو ته رستي جي ڪنڊ پاسيرو بيهاري ڪلاڪ ڏيڍ سنڌي ادبي مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندو هو، جنهن مان گهڻو ئي پرايم. مثال طور، هڪ ڀيري دل ٻڌي چيومانس، ته هي جو اسان "ٻيو" ۽ "ٻيون" اکرن ۾ تفاوت ميساري ڇڏيو آهي، سو منهنجي خيال ۾ غلط آهي. جنهن صورت ۾ پهريون، ٽيون، چوٿون وغيره چئون ٿا، ته ٻيون بدران ٻيو ڇو ٿا چئون؟ پڇيائين سو وري ڪئن؟ مان به درسي ڪتابن ۾ سبق ٻيو لکندو آهيان، نه سبق ٻيون. مون جواب ڏنس، ته عدد شماريءَ ۾ ٻيون چوڻ کپي، يعني Second، پر ٻيو جي معني آهي ٻيو ڪو، يعني another. ڳالهه دل سان لڳي آيس ۽ هيڏي ساري عالم اُداردليءَ سان قبول ڪيو

تہ مان هميشه اهڙا چوڪ ڪندو آهيان، پر هُن ڪان پوءِ سڌاريندس ۽ اهڙي پڌرائي ڪنهن ڪتاب يا مضمون ۾ ڪري ڇڏيندس، جا ڪٿي هٿ آئين. پر افسوس جو اسان جا ليکڪ اڃا تائين اهڙا چوڪ ڪندا آهن.

## ٢- جيٺمل پرسرام گلراجاڻي

سنڌ جي صوبي ۾ ٻئي ڪنهن بہ سياسي اڳوان جي اهڙي شاندار مرحبا نہ ڪئي ويئي هوندي جهڙي جيٺمل پرسرام جي. جيٺمل بردبار ۽ بيپرواهہ ايڊيٽر هوندو هو ۽ پنهنجي لوڪ پسند هفتيوار اخبار ”ڀارتواسي“ ۾ ڌاريءَ سرڪار جي ڪامورن جا خوب چوڏا لاهيندو هو. ١٩١٩ ۾ امرتسر واري جليانوالا باغ جي ڪوس تي هڪ زبردست مضمون ڇپيائين، جنهنجو سرو هو شاهہ صاحب جي ٽڪ ۾ ”ڪسط جي ڪوپ وهي“، جنهن ڪري انگريز سرڪار کيس بغاوت جي قلم هيٺ جيل اماڻيو هو. سندس غير حاضريءَ ۾ اخبار جو ڪم سنڌ جي پراڻي راجنيتي ٽمورتي: جئرام، گهنشام ۽ چوئٿرام هلائيندا هئا. فقط اخبار جو نالو ”ڀارتواسي“ مان بدلائي ”هندواسي“ ڪري ڇڏيائون. سو جيٺمل جڏهن جيل جو مدو ڪاٽي وطن وريو، تڏهن حيدرآباد واسين، جا سندس آجيان ڪئي تنهن گويا ڪنهن شهزادي جي سرگس

جو روپ ورتو هو، حيدرآباد جي سٽيشن تي ڪيس مکي پريتمداس جي مشهور لئنڊو گاڏيءَ ۾ چاڙهيائون جنهن ۾ ٻه اڇا اڇا گهوڙا جوٽيل هوندا هئا. پر حيدرآباد جا ٻرڪ نگرواسي (جن ۾ ڪي وڏن عهدن وارا آءِ- سي- ايس- ۽ ٻيا عملدار به هئا)، تن گاڏيءَ مان گهوڙا ڇوڙي ڇڏيا ۽ پاڻ قطار ٺاهي گاڏي گهلڻ لڳا! سٽيشن کان وٺي ڇوڏڪي چاڙهيءَ جي هڪ ڪنارڻ ميونسپل هال تائين، حيدرآباد واسين جو هجوم، واريءَ وٽيءَ سان جيٺمل سوڀي ڪي تخت تي وهاري سندس گاڏي گهليندو هليو. جڻ ته ڪا رٿ ياترا هئي! اهڙو عاليشان جلوس سنڌ ۾ ڪونه نڪتو هوندو. اسين ڪاليجي شاگرد به ٽولي ٺاهي جلوس ۾ شامل ٿيا هئاسون، پر رٿ کاهڻ جو شرف ڪونه مليو سون. جيٺمل اخبار جون واڳون ورتيون ته اُن ۾ پنهنجا جيل ۾ زندگيءَ جا آزمودا ”ترنگه جو تيرٿ“ نالي لکندو هو، جي نهايت دلچسپ نموني ۾ بيان ڪيل هئا ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڪڍيائين. اهو ڪتاب سنڌي ساهت ۾ آتم ڪهاڻيءَ جي اوائلي ڪتابن مان هڪ هو.

١٩١۴ ۾ مون پنهنجو پهريون سنڌي ڪتاب ”گم ٿيل صندوقڙي“، نامڪتئي ناول نويس رينالڊس صاحب جي هڪ ننڍي قصي تان ترجمو ڪيو هو، جڏهن اڃا ڪاليج جي پهرئين ڪلاس ۾ هوس. هيءُ ڪتاب به پريا ڏهه سال اڳ ڇپيل پيو هو (جئن ”پريت جا گيت“

بابت اڳي ذڪر ڪيل آهي ته ويهن سالن کان پوءِ ڇپيو).
نيٺ ۱۹۲۴ ۾ جارج پرنٽنگ پريس جي اُتساهي مالڪ وليرام مهتاڻيءَ پنهنجي "سٽوڊنٽ" اخبار ۾ (جا شايد شاگردن لاءِ اوائلي اخبار هئي) قسطون ڪري ورتو هو ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڇپايائين. اهو ڪتاب اُستاد لعلچند ناپسند ڪيو هو، جنهنڪري دل شڪستو ٿي رکي ڇڏيو هوم. پر جڏهن شري مهتاڻيءَ شاگردن لاءِ پسند ڪري ڪتاب ڪڍيو، تڏهن دل ٻڌي هڪڙي ڪاپي جيٺمل صاحب کي سوکڙيءَ طور موڪلي ڏنيم. پر منهنجي عجب جي حد نه رهي جڏهن "هندواسيءَ" جي ٻئي پرچي ۾ اُن ننڍي ناول جي همٿائيندڙ سمالوچنا جيٺمل جي صحيءَ سان پڙهيم!

تنهن کان ڪجهه عرصو اڳ، زميندار يءَ جي تنهائيءَ مان، مون ٽئگور جي هڪ ڪهاڻيءَ جو ترجمو "گونگي ڪنوار" ڪيو هو ۽ ٽئگور جي پيڻ شريمتي گهوشال جي ڪهاڻيءَ جو ترجمو "بن - ديوي" پڻ ڪيم، جي ٻئي جيٺمل "هندواسي" ۾ ڇپيون هيون. مون اهي ٻئي ٻه ڪهاڻيون ترجمو ڪيون آهن ۽ ڪاٻه اصلي ڪهاڻي ڪانه لکي آهي، ڇو جو منهنجو ڌيان گهڻو ناٽڪ ڏانهن رهيو آهي. جيٺمل صاحب ٿياسافي مت جي ڦهلاءَ لاءِ "روح رهاڻ" ماهوار اخبار پڻ ڪڍندو هو، جنهن لاءِ مان ٽئگور جي "گارڊنر" تان

ترجمو ڪيل ”پريت جا گيت“ مان ٻه ڪي گيت چونڊي موڪليندو هوسانس، جي جيٺمل اُــي ڀهرئين انهي اخبار ۾ شايع ڪيــا. ادي جيٺمل سان منهنجو رشتو اهڙيءَ طرح سنڌي ساهت دواران ٿيو، جنهن ۾ مونکي ڪيترو نه همٿا ياڻين.

سنڌي تحرير ۾ ادو جيٺمل جيڪڏهن نشتر جهڙي تيز قلم جو مالڪ هــو، ته سنڌي تقرير ۾ به زبردست زبان جو صاحب هو. سندس ڀهرين تقرير مونکي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو، ته سنڌي ٻولي به اهڙي فصاحت سان ڳالهائي سگهجي ٿي، گويا لفظن جــو جهرڻو وات مان بنا روڪ ٽوڪ وهندو وڃي! اهو موقعو هــو جڏهن ١٩١٤ ۾، مان ڪاليج ۾ شاگرد هــوندي، هومسٽيڊ هال ۾ ”سنڌي ساهت سوسائٽيءَ“ جي مهورتي جلسي تي ويو هوس، جنهنجو باني‌ڪار لعلچند امرڏنــومل هو ۽ جيٺمل ٻانهن ٻيلي هوس. لعلچند صاحب لکڻ ۾ جيٺمل صاحب کان وڌيڪ قابل هــو، پر ڳالهائــڻ ۾ اهڙو فصيح زبان نه هو جهڙو جيٺمل. سنڌ جو گجندڙ شير ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي به تقرير بازيءَ لاءِ مشهور هو ۽ اُن جلسي ۾ ڳالهايائين، پر جيٺمل پنهنجو مٿ پاڻ هو، ڇو جو هو صاحب دنيا پر جي ڏرمن ۽ ادبن جو عالم هو.

جيٺمل ڪيتريون سنستائون برپا ڪيون، ۽ ڪجهه مدت لاءِ هلائي وري نيون سنستائون چالو ڪندو هو.

سنڌي ساهت جي ڪيتر ۾ سنڌس وڏي خدمت هئي "نئين سنڌي لئبرري"، جا رشي ديارام جي سپتر ڪيولرام جي سهائتا سان، ہندو آشرم ۾ نولراءِ مارڪيٽ ويجهو ١٩٢١ ڌاري جاري ڪيائين، جنهن لاءِ خاص پريس ڪيائين. هندستاني ڌرمن جا جهونا گرنٿ، خواهه ساري جهان جا ادبي شاهڪار، قابل ترجمو ڪندڙن کان سنڌي ٻوليءَ ۾ آڻائي، ٽڪڙا ٽڪڙا شايع ڪندو ويو ۽ اهڙيءَ طرح سؤ ڏيڍ ڪن ڪتاب ڇپائي سنڌي ساهت جو خزانو وڌايائين. هن ٻنديڪي ٻه اُن ڏڪڻي ڪم لاءِ لائق سمجهي ڇپائين ته ٽينيسن جي مشهور وير-ڪوتا Idylls of the King جو اختصار ڪري سنڌيءَ ۾ آڻي ڏني. پر مون ايڏي ساريءَ ڪوتا کي گهٽائي سنڌيءَ ۾ آڻڻ پنهنجي ٻڌيءَ کان ٻاهر سمجهو ۽ پنهنجي لائقي ثابت ڪانه ڪيم. صرف Ellaine واري باب مان شروعاتي ٻه مصرائون هن ريت سنڌيءَ ۾ آڻي، ڪم ڇڏي ڏنم، جي اڃا ياد اٿم:

ايلين سونهاڙي، ايلن سين ڪي پياري،
ايلين، آسٽولاٽ جي ڪمل-ناري.

ايڏي شاهي ڪتاب جو ترجمو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ بدران جيڪڏهن نثر ۾ انهن وارتائن جو نچوڙ ڏيان ها ته ناڪامياب نه ٿيان ها.

چيتمل سنڌي ناٽڪ ۾ به دلچسپي وٺندو هو ۽ لعلچند ۽ چوئٿرام وانگر سٽيج تي پارٽ به ڪندو هو. Dr. Cousins جو انگريزي ناٽڪ King's wife (ميران ٻائي) جڏهن حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪيو ويو تڏهن ان ۾ وزير جو پارٽ چڱو ڪيو هئائين. ١٩٢٣ ۾ جڏهن سنڌي ناٽڪ پوين پساهن تي هو ۽ ان ۾ نئين جان ڦوڪڻ لاءِ خانچند درياڻيءَ جي سرجوشيءَ سان "رابيندرناٿ ڊرئمٽڪ ڪلب" برپا ٿي، تڏهن ان جي بانيڪارن مان چيتمل به مکيه هو. اُن ڪلب جو بنياد گرديو پنهنجي مبارڪ هٿن سان وڌو هو، جڏهن ان سال شانتينڪيتن لاءِ فنڊ ڪٺو ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ پڌاريو هو. ائڪيڊمي اسڪول جي جيڪب هال ۾ هڪ شاندار مهورتي جلسو ڪيو ويو، جنهن ۾ شاعر ڪي خود سنڌس لکيل ناٽڪ "چترا" مان مکيه نظارا اسٽيج تي آڻي ڏيکاريا ويا. ارجن جو پلوٽ مون ادا ڪيو هو ۽ چترا جو پنهنجي دوست ٿهلرام آڏواڻيءَ کان ڪرايو هوم، ڇو جو تن ڏينهن سٺين گهرن جي ڇوڪرين کي سٽيج تي آڻڻ دشوار هو. پر تنهن هوندي به مهاڪويءَ کي اهو ناٽڪ اهڙو پسند پيو جو چيتمل هٿان اسانکي نياپو موڪليائون ته مونکي ٻئي صبح جو نارائڻ محل ۾ اچي ملجو، جتي سندس رهائش جو بندوبست ڪيل هو. (نارائڻ محل جو مالڪ ڀائي نارائڻ، ڀائي پرتاب جو وڏو

پاڻ هوندو هو.) اسانکي ويهي ئي نه پيو اُچي ته ههڙي اعليٰ هستيءَ اسان جيتامڙن کي ڪوٺايو آهي، سو ٻئي صبح جو جڏهن جينمل اسانکي وٺي هليو ته ڦوليا نه پيا سمائجون. سفيد ريشمي جبي ۽ ڪاري مخملي ٽوپيءَ ۾ ملبوس گرديو، اسانکي پاڻ سان ناشتو ڪارائڻ جو شرف ڏنو. ۽ ڳالهين ڪندي چيائين ته مون پنهنجو "چترا" ناٽڪ انگريزيءَ ۾ اهڙيءَ صداقت سان ادا ڪري ڏيکاريل هيلتائين ڪونه ڏٺو آهي! اهي ڪويءَ جا وچن اسين سدائين ساهه سان سانديندا ٿا اچون.

ننهنڪانپوءِ ته جينمل سان منهنجو رشتو ڪافي وڌي ويو. هو ڪڇي ۾، مشهور پوهوُ ڪياڙيءَ جي جڳهين واريءَ پهرينءَ ماڙ تي پنهنجي جاءِ تي مونکي گهرائيندو هو ۽ دنيا جي مشهور پستڪن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئاسون، خاص طور ناٽڪن تي. منهنجو جديد حقيقت پسند ناٽڪن جو چڱو اڀياس ڪيل هو، جي مان پنهنجي خانگي لئبرريءَ مان آڻي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هوسانس. پاڻ وري قديم يوناني ناٽڪن جو اونهو اڀياس ڪيل هوس، جي مون ان وقت تائين ڪونه پڙهيا هئا. اُنهن جا ڳڻ ٻڌائيندو هو، ته انهن جون وشيون ۽ اهڙيون عالمگير آهن اجون ڪيتريون ته چالو زماني جي سماجڪ حالتن سان ٺهڪي ٿيون اچن.

Sophocles ۽ Euripides جــي ڪيترن ناٽڪن جا حوالا ڏنا ٿي، جي مون وٽي پنهنجي لئبرريءَ لاءِ ورتا ۽ پڙهيا ۽ جيٺمل جو انداز و سچو لڳم. تنهن وقت مان ڪراچي ڪاليج ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرار هوس، تنهن هوندي به جيٺمل صاحب مــان ڪيترو ئي پــرايم، جيتوڻيڪ پارٽ سنڌيءَ جو پروفيسر به گهڻو پــوءِ ٿيو. پر انگريزيءَ ۾ بـــ اهڙو ماهر هـــو جـو هڪ ڪتاب Sufis of Sind نالـي لکيو هئائين، جنهنجي شايـــد ڪيترن پڙهندڙن کي سڌ نه به هجي.

## ٣ـ لعلچند امرڏنومل جڳتياڻي

ورهاڱي کان اڳ واري زماني کـان وٺـي اج تائين ماهوار رسالن، جهڙو سنڌي ساهت جو پنڌار پيو آهي، تهڙو بين کهڙين به سنستائن کونه پيو آهي. ماهوار رسالن جو باني لعلچند امرڏنومل هـو، جنهن ۱۹۱۴ ۾ ”سنڌي ساهت سوسائٽي“ برپا ڪئي، جنهنجا ماهوار رسالا سالن جا سال نڪرندا آيا، جـي برک توڙي نؤل سنڌيءَ جي جاڻن کان لکائيندو هو ۽ سنڌي ساهت کي مالا مال ڪندو رهيو. سندر ساهت، ڪوڙومل منڊل رتن، کهاڻي وغيره سڀ لعلچند صاحب جي نقش قدمن ۾ هلي شروع ڪيا ويا. اڳي ذ. ذڪر ڪيو اٿم

تہ لعلچند جي ماهوار رسالي جو مهورتي جلسو هوم-سٽيڊ هال ۾ شاندار نموني ملهايو ويو، جنهن ۾ سوين سنڌيءَ جي پيار وارا اچي ڪٺا ٿيا هئا. جلسي جو سڀاپتي مرزا قليچ بيگ هو، جنهن قديم سنڌي شعر تي عالماڻو مقالو پڙهيو هو، جو پوءِ سوسائٽيءَ جي هڪ ماهوار رسالي ۾ شايع ٿيو هو. تن ڏينهن ۾ انگريزي ڳالهائڻ جو فئشن اينترو وڌيل هو جو سنڌي لوڪن کان سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ جڻ وسري ويو هو. ميٽنگن ۾ وڏا عالم اڪثر انگريزيءَ ۾ تقرير ڪندا هئا، ۽ لاچار ڪو سنڌيءَ ۾ تقرير ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ هيڪي هيڪي اڌ انداز انگريزي اکرن جو ڪم آڻي ٽانگهہ لاهيندو هو. پر لعلچند جي ڪوتا يل ميڙ ۾ جن بہ تقريرون ڪيون- لعلچند پاڻ، جيٺمل، ڊاڪٽر چوئٿرام، سنتداس منگهارام وڪيل وغيره، تن سڀني نيٺ سنڌيءَ ۾ ڳالهايو ۽ هڪڙو انگريزي لفظ بہ ڪتب ڪونہ آندائون. انهيءَ ميٽنگ ۾ منهنجو سنڌي ساهت لاءِ پيار پيدا ٿيو. ماهوار رسالي جو چندو ڀريم، پر مٿين هستين مان ڪنهن هڪ سان بہ واقفيت ڪانہ ٿي. ڇالا اڃا تازو ڪاليجي شاگرد ٿيو هوس، سو واقفيت رکڻ جي جرئت ئي ڪانہ ساريم.

پر ٻئي سال جڏهن ڪراچي ڪاليج ۾ انٽر ڪلاس ۾ آيس، تڏهن ٻڌم تہ لعلچند صاحب، مشهور جيٺمل

بلبنگس (جنهنڪي چال ھھ گهڙي چوندا هئا) ۾ اچـي
رهيو آهي ۽ ماستري ڪندو آهـي. پنهنجو پهريون
سنڌي ڪتاب، "گم ٿيل صندوقڙي" رينالڊس تـان
ترجمو ڪيل ننڍو ناول، جو تازو پورو ڪيو هوم، سو
دل ڏاڍي ڪري اُستاد جي گهر کڻـي ويس. عرض
ڪيومانس ته سيڪڙات آهيان، مهرباني ڪري نظر مـان
ڪڍي، ٻوليءَ جون چوڪون سڌاري ڏيـو. چيائين
دستخط ڇڏي وڃ، ٻئي هفتي اچج. مون لاءِ اهـو
هفتو وڏي ورهيه ٿي پيو. نيٺ جڏهن وري ويوسانس
ته ڪتاب جئن جو تئن موٽائي ڏنائين. چي، آڪاٽي ته
چڱي وندرائيندڙ آهي، پـر عبارت تمام سادي سودي
آهي، جنهنڪري ڪتاب ٽئين سر لکڻـو پوندو، جنهن
لاءِ مونوٽ وقت ڪونهي. مـون چيس سائين، عبارت
هر لکندڙ جي پنهنجي نرالي ٿيندي آهي. توهان جهڙي
محاوريدار عبـارت هرڪو ٿوروئي لکـي سگهندو.
جواب ڏنائين، پر مونکي انهيءَ عام رواجي ٻوليءَ مان
لطف نٿو اچي، ڪجهه ڪري نٿو سگهان. بيحد مايوس
ٿي ميٺارام هاسٽل ۾ موٽـي آيس ۽ ڪتاب ڪبٽ ۾
اُڇلي ڇڏيم. نيٺ ڏهن سالن بعد اهو ناول مسٽر مهتاڻيءَ
ڇپيو (جئن اڳي بيان ڪيو اٿم) ۽ چيٺمل پـرسرام اُن
تي سٺي سمالوچنا ڪئـي هئي. ليڪن جـا رخ ۽
پسنديون ۽ پنهنجون پنهنجون آهن. چيٺمل ۽ لعلچند

جيتوڻيڪ سيڻ لڳندا هئا (ڄيٺمل جو پٽ لعلچند جي ڏياڻيءَ سان پرڻيل آهي)، پر سندن سڀاءُ بلڪل نرالا هوندا هئا ۽ ڪيترين ڳالهين بابت سندن خيال بنهه مختلف هوندا هئا. لعلچند جي ٻئي ڪنهن جي لکڻيءَ ۾ ته اک ئي ڪانه ٻڌندي هئي ۽ ڄيٺمل جي ٻوليءَ مان چوڪون ڪيندو هو، ڇو جو ڄيٺمل ساري عمر سمپادڪ ٿي رهيو ۽ ٿنهن ڪري ٽڪڙ ٽڪڙ ۾ مٿر پريس ۾ موڪلڻ ڪري، ۽ تمام گهڻا ڪتاب لکڻ ڪري، سندس ٻوليءَ ۾ پڪائي ۽ پختائي گهٽ هوندي هئي.

اُستاد لعلچند کي سنڌي ناٽڪ لاءِ به شوق هوندو هو ۽ هڪ اثرائتو اڪٽر پڻ هوندو هو. ڇهوني سنڌ ڪاليج ڊرامٽڪ سوسائٽيءَ جي ناٽڪن ۾ ڪيس سداءِ ڪنهن شريف ڪردار جو پارٽ ڏيندا هئا جو هو نهايت صدق وچان ادا ڪندو هو. مونکي ننڍي هوندي جي يادگيري آهي ته مرزا قليچ بيگ جي "فيروز دل افروز" ۽ "نيڪي ۽ بدي" ۾ سندس سچائيءَ ۽ بردباريءَ جا پارٽ مونکي ڏايو متاثر ڪندا هئا. ١٩٢٣ ۾ برپا ٿيل رابندرناٿ ڊرامٽڪ ڪلب جو به مکيه بانيڪار هو، جنهنجي سهاري هيٺ سندس ناٽڪ "عمر ماروئي" پيش ڪيو ويو. سنڌي لوڪ-ڪٿا تي ٻڌل اهو پهريون ناٽڪ هو، جنهن جهڙي شهرت سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن به ناٽڪ کي حاصل ڪانه هئي.

حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ اهو کيل ٿيو. دفعا ڪن سٽيج تي آندو ويو. جو اُن زماني جو رڪارڊ هو. هندستان ۾ نه سنڌي ناٽڪ اوچتو ايترو زور ورتو آهي جو ”اَنڊر سيڪريٽري“ کيل جي سلور جبلي ملهائي ويئي آهي، جا نهايت فخر جي ڳالهه آهي. پر سنڌ ۾، قابل ڊئريڪٽر ۽ مذاقي ائڪٽر ايچ - بي - آڏواڻيءَ جي هدايتڪاريءَ هيٺ، لعلچند جي ”عمر ماروئيءَ“ ورڻ وجائي ڇڏيا هئا.

رابندرناٿ ڪلب جي سهاري هيٺ منهنجو انگريزيءَ تان ترجمو کيل ناٽڪ ”ايڪتا جو آلاپ“ به ڪافي ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريو ويو. ڪلب جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو مان به ميمبر هوس، جنهن ڪري لعلچند سان ڪجهه قدر لڳ لاڳاپي ۾ آيو هوس. سو ”ايڪتا جو آلاپ“ ڇپائڻ کان اڳ وٽس کڻي ويو هوس ته مهرباني ڪري ٻوليءَ جون درستيون ڪري ڏيو. ٻپ هوم نه پهرئين پيري وانگر هيٺئين به منهن ڏئي، ڪونه ڏيندو ۽ ڪتاب واپس ڪندو. پر مونکي تعجب وٺي ويو، جڏهن هفتي کانپوءِ دستخط موٽائي ڏنائين ۽ ڏٺم ته ڪيڏي جاکوڙ ڪري ٻوليءَ ۾ ڪيترا سڌارا ڪيا هئائين، حاشيءَ تي ڪيترا رمارڪ هڻي ڇڏيا هئائين، ۽ سڄي ناٽڪ بابت هڪ همدرداڻو تنقيدي نوٽ به لکي ڏنائين، جنهن ۾ سفارش ڪيائين ته هي

ناٽڪ ڪلب پاران ڇپايو ويو ۽ سٽيج تي اٿرائيو
ٿيندو. ان ناٽڪ لاءِ رابندرناٿ ڪلب مونکي ساليانو
انعام به ڏنو هو. مان حيرت ۾ حيران ته لعلچند جي
رخ ۾ ايڏي تبديل ڪٿان اچي ويئي! پر پوءِ سمجهيم
ته هاڻي شايد منهنجو جهونو دليل دل سان لڳو اٿس ته
هر ليکڪ جي عبارت نرالي ٿيڻ کپي ۽ اُنکي پنهنجي
نوع ۾ بدلائڻ نه کپي؛ ڇو ته عبارت مان ئي ليکڪ
جي شخصيت جي پروڙ پوندي آهي، جنکي انگريزيءَ
۾ به اهڙي چوڻي آهي. تنهن ڪانسواءِ لعلچند جو سڀاءُ
اهڙو هو جو نئين ماڻهوءَ سان رکو ورتاءُ ڪندو هو ۽
دل جي ڳالهه منهن تي ٺوڪي ڏيندو هو، جنهنڪري
کيس ”لعلچند ڏکر“ ڪري ڪوٺيندا هئس ۽ اُهو لقب فخر
سان هو قبول ڪندو هو. پر جنهن شخص سان رلي
ملي ويندو هو تنهن سان قربائتو ورتاءُ ڪندو هو ۽
تڪليف وٺي به واهر ڪندو هو. اُستاد لعلچند جي
مون سان سڃاڻپ اجها ائين شروع ٿي- وري به ناٽڪي
ميدان ۾.

ڪراچي ڪاليج ۾ جڏهن مان انگريزيءَ سان گڏ
سنڌيءَ جو نائب پروفيسر هوس، تڏهن ڪاڪي ڀيرومل
سان گڏ لعلچند صاحب به، سنڌي پاڙهيندو هو،
همڪار هجڻ ڪري وڏيڪ لهه وچڙ ۾ آياسون. منهنجو
ڀهريون ننڍن ناٽڪن جو مجموعو ”پنج ننڍڙا ناٽڪ“
جن تي پرمانند ميوارام تڪنچيني ڪئي هئي ته اهي

اَسپاويڪ ۽ غير اخلاقي آهن، تنهن کي لعلچند جواب ڏنو هو ته اُهي ناٽڪ مَن وگيان تــي بــدل ۽ بلڪل سپاويڪ آهن ۽ منجهن نئين زماني جي نقط نظر کان ڪجهه به غير اخلاقي ڪونهي. ان دؤر ۾ شري آسانند مامتورا جــي چوڻ تــي، مون ڪراچي ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ سنڌي نثر جي اوسر تي ڇهه ليڪچر ڏنا هئا، جنهن سوسائٽيءَ جو مامتورا صــاحب منتري هو. پهريون ليڪچر هو ”سنڌي ناٽڪ جي ترقي“ بابت، جنهنجو سڀاپتي هو لعلچند امرڏنومل. لعلچند کي اهو وياکيان اهڙو ته پسند پيو جو مونکي چيائين ته اهـــو مونکي مضمون جي صورت ۾ لکي ڏي، جـو ”مهراڻ“ مخزن ۾ ڇپايو هئائين، جنهنجو هو صاحب ايڊيٽر هو. باقي پنج ليڪچر، سنڌي ڪهاڻي، ناول ۽ ٻين شاخن جي اوسر بابت ڏنم، تن لاءِ به لعلچند آپ ڪئي ته مان پاڻ پرڏان ٿيندس (جا مون لاءِ فخر جـي ڳالهه هئي)، ۽ اُنهن بابت به پرڏان جي حيثيت ۾ پنهنجي پسندي ظاهر ڪيائين. منهنجي زندگيءَ جـــو آخريـن ڪتاب ”سنڌي نثر جي تاريخ“، تنهنجو بنيـــاد انهن ڇهن ليڪچرن تـــي ٻڌل آهي، جو بنياد لعلچند صاحب پنهنجن سڳـورن هٿن سان وڌو هو، ۽ جـــو ڪتاب ڪيس ئـــي ارپڻ ڪيو اٿم.

بمبئيءَ اچڻ کانپوءِ اسانجو ناتو اڳي کان اڳرو ٿي ويو ڇو جو لعلچند به "سنڌي ساهت منڊل" جو ڪيترا سال ميمبر هوندو هو ۽ انجي هفتيوار ادبي ڪلاس ۾ اڪثر گڏبا هئاسون. سگهو ئي منهنجي جهوني پريتم پروفيسر رام پنجواڻيءَ هڪ سنڌي عالمن جي ميٽنگ ڪوٺائي، جنهن ۾ رٿ رکيائين ته ادبي اصولن تي هڪ ڪتاب تيار ڪجي. انلاءِ هرهڪ عالم تي ڪم رکيو ويو ته هو پنهنجي پسنديءَ واريءَ نظم ۽ نثر جي شاخ جي اصولن تي باب لکي. مون تي ناٽڪ جي اصولن وارو باب لکڻ جي جوابداري رکي ويئي، پر مهنا نبري ويا ته به ڪنهن عالم ڪنيل ڪم جي پوئواري نه ڪئي. تڏهن مونکي ويچار آيو ته ڇو نه مان ئي ڪٺي مڙني شاخن جي مول متن تي هڪ مختصر مقالو لکان، جنهن سان پنهنجا ڪي اڳيان ادبي اصولن وارا مضمون ملائيندس ته چڱو چوکو ڪتاب بنجي پوندو. ائين ڪيم ۽ ١٩٥٠ ۾ "ادبي اصول" جو دستخط اُستاد لعلچند کان درست ڪرائڻ ڪٺي ويس. هن پيري ته لعلچند صاحب مونتي اهڙو قرب ڪيو جو صحت سالم نه هوندي به، ڪيترا ڏينهن سانده مون سان گوڏا کوڙي وهندو هو ۽ ڪتاب جي سٽ سٽ، بلڪ اکر اکر مون کان پڙهائي پڌائين، خوب غور ڪيائين، بحث مباحثو ڪيائين، ۽ مواد تـوڙي لکڻيءَ ۾ ڪيترون درستيون ڪيائين. بلڪ ڪتاب لاءِ هڪ سهڻو مختصر

مهاڳ به لکي ڏنائين، جنهن ۾ ان قسم جي ڪتاب جي سنڌيءَ ۾ سخت ضرورت ڏيکاريائين. هيءُ ڪتاب ڪيترا سال ڪن يونيورسٽين ۾ بي- اي ڪلاسن ۾ پڙهايو ويندو هو.

”ادبي اصول“ مون ڄيٺمل ۽ پيرومل کي ارپڻ ڪيو هو، جي ڪن سالن کانپوءِ لاچار سنڌ ڇڏي آيا هئا ۽ سگهو ئي بمبئيءَ ۾ پرلوڪ پڌاريا هئا. لعلچند جو ننڍي ڪان اڳ ١٩٤٧ ۾ لاڏي آيو هو سو ننڍي کان پوءِ گذاري ويو، ۽ سندس آرزوءَ موجب سندس سنڌ جنم ڀوميءَ سنڌ ۾ ڪٽي ويا هئا ۽ سنڌو نديءَ ۾ سمايا ويا هئا. ٽيئي سنڌيءَ جا پروفيسر هئا ۽ منهنجا بزرگ دوست ۽ رهبر هئا. هن ٽموڙيءَ جي لاڏاڻي سان سنڌي نثر جو ڪلاسيڪل دؤر ختم ٿيو.

- ”نئين دنيا“، اپريل - مئي، ١٩٦٨

# منهنجا آدرشي استاد

هن جهونيءَ کهاوت ۾ ڪيترو نه سچ سمايل آهي ته مائٽن ۽ اُستادن جو اثر ٻارن جي دلين تي نهايت گهرو ٿو پوي، سندس سموري جيوت تي ڇانئجو وڃي ۽ انکي سداريو ڇڏي! منهنجي پتا ئي منهنجي دل ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت لاءِ پريم جاڳايا، ڇو جو هو مونکي ننڍي هوندي کان نوان نڪتل سنڌي ناول (مرزا قليچ بيگ جا) ۽ سنڌي ناٽڪ (ديوان ليلارامسنگهه جا) پڙهڻ لاءِ آڻي ڏيندو هو. هن ليکي ۾ مان انهن ٽن استادن جو ذڪر ڪندس جن مونکي انگريزي ٻولي سيکاري ۽ انگريزي ادب پڙهڻ لاءِ پريرڻا ڏني ۽ ان لاءِ شوق پيدا ڪيو.

## ١- خان بهادر نانا غلام علي

حيدرآباد (سنڌ) سرڪاري هاءِ اسڪول ۾ انگريزي پهرين درجو پڙهندو هوس جڏهن نانا غلام علي اسانجو ڪلاس ماستر ٿي آيو. غلام علي صاحب هڪ عجيب استاد هو! چهري جو رنگ ڪارو هوندو هوس پر روش سهڻي، بدن جو رشت پشت، ڊيگهه ۾ قدآور. فشنيبل سوٽ بوٽ پائيندو هو، نرم ترڪي ٽوپي جنهن جو ڦندڻ پيو جهومندو هو، خاص ڪري سندس جرمنيءَ جي قيصر مثل مروٽيل مڇون نهايت رعبدار هونديون هيون.

## صفائيءَ جو شائق

شاگردن جي ڪپڙي لٽي، صفائيءَ سٿرائيءَ تي خاص ڌيان ڏيندو هو. اسين تن ڏينهين سنڌي سٿڻون يا سلوارون، خميس يا پهراڻ مٿان ڪوٽ، ۽ بخمل جون پارسي ٽوپيون يا ترڪي ٽوپيون پائيندا هئاسون. نانا صاحب جو نيم هوندو هو جو اسانکي ڪو حساب ڪرڻ لاءِ ڏيئي، ڪلاس ۾ چڪر ماريندو هو ۽ ڪنهن ڇوڪر کي ميرا ڪپڙا ڏسندو هو ته يڪدم لاسٽ نمبر تي وهاريندو هوس. وري ڪيترن ڇوڪرن جون ٽوپيون لاهي سندن وار ڏسندو هو، جي ڪنهن جو مٿو اڻوڳو يا اڻ سنواريل ڏسندو هو ته ناراضپي مان

ٽوپي ڦهڪائي مٿي تي اُڇليندو هوس، پر جي ڪنهن ڇا وار ڦٽي ڦوڪارو ڪيل ڏسندو هو ته نهايت نزاڪت سان ٽوپي ٺاهي پائي ڇڏيندو هـــوس. پڇاڙيءَ وارن شاگردن مان آءٌ هڪ هـــوس ۽ انهيءَ ڪري مونسان رغبت وڌندي ويس ۽ آءٌ به اندر ئـي اندر ۾ هن لاءِ شردا ڌارڻ لڳس.

## انگريزيءَ ۾ قابل

اُن زمانـــي ۾، انگريزي وشيه ۾ درسي ڪتـاب هندستان ۾ ڪونه ڇپيا هئا پر انگلنڊ مـان "ريڊرس" جـي صورت ۾ ايندا هئا، جــن ۾ انگريزي جي وڏ ۽ تاريخ بابت سبق درج ٿيل هوندا هئا. نانا صاحب ان وقت تائين يورپ جو سفر ڪونه ڪيو هـــو. پر تنهن هوندي به هو انگريزن جي زندگيءَ ۽ رسمن رواجن مان پڪيءَ واقف هو ۽ اهي سبق اهڙي ته دلچسپ نوع ۾ سمجهائيندو هو جو دل جي پٽيءَ تي اُڪرجي ويندا هئا. انگريزي لفظن جــي شڌ اُچارڻ ڪرڻ تـي بـه خاص ڌيان ڏيندو هو، مثلا چـــوندو هو ته "ڪئسل" Castle لفظ جـــو اُچار "ڪاسل" ٺيـــڪ گهرجـــي، جيئن ٽيڪ آميريڪي لـــوڪ "ڪئسل" چـوندا آهـــن "چانس" Chance جو اُچار "چانس" آهـــي پر نئون چست اُچار "چئنس" تا ڪن، پـر پٽي صحيح آهن.

لفظن جي معنائن ۾ سوکم تفاوت بہ سمجھائيندو هو، مثلا Engagement چوڻ گھرجي خانگي گڏجاڻيءَ کي، پر Appointment رواجي گڏجاڻيءَ کي؛ عام واقفيت کي acquaintance چوڻ کپي، پر خاص دوستيءَ کي friendship.

نانا صاحب جا انگريزي اکر اُپيل موتين مثل هوندا هئا. اُن وقت تائين اِنڊپينڊنٽ پين (جنهنکي پوءِ فائونٽين پين ڪوٺيائون) اڃا ايجاد نہ ٿي هئي، تنهنڪري هو مس اسٽيل سان لکندو هو ۽ رليف نہ ڪم آڻيندو هو. مان سندس اکرن جو اهڙو شائق هوندو هوس ۽ سندس اُيو لکڻ جو نمونو اپنائي ڇڏيم.

نانا صاحب ڪلاس ۾ اسان سان انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو هو، ۽ اسان کي بہ پکل کي ٽنل، پر انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ جي هدايت ڪندو هو ۽ چوڪون درست ڪندو ويندو هو. ڪنهن بہ ٻوليءَ سکڻ جو ڪارائتو طريقو، ڳالهائڻ جو ئي آهي. جاگرافي پڙهائيندي، آفريڪا جي ڍنڍن جا ڏکيا نالا ياد ڪرائڻ لاءِ چوندو هو تہ Tanga-nika کي ”ٽنگ ڪانهيٺي ڪا“، Banga-Velle ”ٻنگ لولو“ ڪري ياد ڪريو. چرچي جو چرچو بہ حافظي جي مدد! ڪي شاگرد سبق ياد نہ ڪري ايندا هئا تہ ٿورو وقت اُٿاري بيهاريندو هو، ڪا شرارت ڪندا هئا تہ بينچ تي بيهاري منهن پٺ ڏانهن ڪري بيهاريندو هو، تہ سڀ ڏسن. جاڳين. پر ٻن منٽن بعد قياس پوندو هوس ۽

وهاري ڇڏيندو هون. ڪڏهن ته ڪنهن ڇوڪري کي بيد لڪڻ سان مار کائڻ ڪڍيائين، جو ٻين ماسترن جو اُن وقت عام رواج هو. نانا صاحب سڀني شاگردن سان پنهنجن ٻارن جيان پيار جو ورتاءُ ڪندو هو.

## شخصي رشتو

اسانجو گهر ۽ هاءِ اسڪول پٺ پٺ تي لڳيتا هوندا هئا. نانا غلام عليءَ جي منهنجي پتا سان واقفيت هئي ۽ بعضي اسانجي گهر پير پائيندو هو ۽ بابي صاحب کي ٻڌائيندو هو ته توهان جو پٽ انگريزيءَ ۾ چڱو آهي پر حساب ۾ ڪچو آهي. مونسان گڏ منهنجي ننڍيءَ ڀيڻ (پوءِ گڏي ٻائي چندرياڻي) کي به ڏايو پائيندو هو، ڇو جو ڪيس ڌيءَ لاءِ ڏاڍي سڪ هوندي هئي تو ٽي اڃا ڪنوار و هو. اسان ٻنهي کي پنهنجي ننڍڙي ڪچي واري گهر ۾ وٺي ويندو هو ۽ مشهور ايس. جي. ڪو آپريٽو سوسائٽيءَ جي دوڪان تان کٽمٺڙا ۽ بسڪوٽ وٺي کارائيندو هو. هو صرف مئٽرڪ پاس ڪيل هو، پر پنهنجي قابليت ڪري تعليم کاتي ۾ تڪڙو چڙهندو ويو ۽ حيدرآباد ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپال ٿيڻ جو اضافو ملڻ جتي ڪيترا سدارا ڪيائين. (پڇاڙيءَ ۾ تــ، سنڌ جي ايڊيوڪيشنل انسپڪٽر جو عهدو عطا ٿيس ۽ سنڌ

سرڪار پاران خان بهادر جو لقب مليس.) مان ڪراچي ڪاليج مان جڏهن موڪلن تي حيدرآباد موٽندو هوس تڏهن نانا صاحب ڪي سندن ٽريننگ ڪاليج واريءَ ماڙيءَ تي گڏجڻ ويندو هوس، جو ڪاليج ۽ جيڪب روڊ تي اسانجي گهر سامهون هوندو هو. تيستائين ڪراچيءَ جي هڪ پارسياڻيءَ سان پيار جي شادي ڪئي هئائين، جنهن تان سندس نيات ۾ چوٻولو ٿي پيو هو. اها سڀاجهي عورت ٻه مونسان پيار سان پيش ايندي هئي. اُن زال مان ۾ پٽ پيدا ٿيس، جنمان وڏو فيروز نانا پاڪستاني سرڪار هيٺ سنڌ جو چيف جسٽس مقرر ٿيو، ۽ ننڍو موهن جي دڙي کي بچائڻ واري ڪاميٽيءَ جو چيئرمن ٿيو. پر ڏيءَ لاءِ سڪ پيا عمر پوري ڪاڻ ڪيائين، ڇو ته سندس زال بيمار رهندي هئي ۽ سگهو ئي گذاري ويئي. ٻي شادي ڪانه ڪيائين.

## ساهت جو شونق

غلام علي صاحب کي ساهت ۽ خاص طور شعر جو گهڻو شونق هوندو هو. سنڌ جو مشهور علما آءِ. آءِ. قاضي تن ڏينهين هڪ جرمن شاعرا سان شادي ڪري موٽيو هو ۽ حيدرآباد ۾ **Poetry Society** جي شاخ برپا ڪئي هئائين، هن جي نانا صاحب سان گهاٽي ياري هوندي هئي، سو ڪيس اُن سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري

مقرر ڪيائين ۽ اڪثر هو پنهنجي ٽريننگ ڪاليج جي ايوان ۾ ادبــي محفلون ڪندو هــو. اهڙيءَ هڪ محفل ۾ نانا صاحب هن بندي کــي تقرير ڪرڻ جو شرف ڏنو هو، جنهنجي وشيہ هئي ”ساهت يـا ادب ڇا آهي؟“ آئون تـازو ڪراچي ڪاليج ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو هوس ۽ اُن وشيہ تي پنهنجو پهريون ليڪچر شاگردن کي ڏنو هوم جو پسند پيو هـو. نانا صاحب ۽ سندس ناظرين پــڻ اُهو پسند ڪيو، ۽ خوش نصيبي اها جو موقعي جو سڀاپتي ٻرڪ آئــرش شاعر ڊاڪٽر جيمس ڪزنس هو جو اُن وقت حيدرآباد ۾ موجود هو! مسز ايلسا قاضيءَ گهڻو پـوءِ ”شاهه جــي رسالي جو انتخاب“ انگريزي شعر ۾ آندو هو.

## سورمن لاءِ شرڌا

نانا غلام علي خود جو جسم جانئو ۽ دل جـو دلير هوندو هو، سو ڪيس دنيا جــي تاريخي سورمن لاءِ بيحد شرڌا هوندي هئي. سندس خانگي ڪتبخانو اڪثر جوليس- سيزر، نيپولين، قيصر، هٽلر، مسوليني‌ءَ وغيره جي جيونين سان ڀريل هوندو هو، جي هو نهايت چاهه مان مطالع ڪندو هو، وچوليءَ ڄمار ۾ اُنهـن سورمن جي، ديش ڏسڻ جو شوق پيدا ٿيس، ۽ پـ ٽـي گهمرا فرانس، اٽلي، جرمني ۽ انگلنڊ جي مکيہ شهرن جــو

سفر ڪري آيو. اُتان مونکي دلچسپ احوالن وارا خط ۽ سهڻا فوٽا موڪليندو هو، مون جڏهن سندس سفر جو ڪتاب ”پڇمي يـاترا“ سوکڙيءَ طور مڪومانس تـه لکيائين تـه تنهنجا آمريڪا جـا احوال پڙهي دل پيئي سرڪيم تـه مان اُتي ڇونه ويس!

## هـنـدو نـواز

نانا صاحب جي رهڻي ڪرڻـي اڪثر هندن سان هوندي هئي، جنهنڪري مسلم ليگ ڪيس هندو نواز هئڻ جو مهڻو ڏيندا هئا، پر هيءُ شيرمڙس ڪا پرواهه ڪانه ڪندو هو. پاڪستان ٺهڻ کـانپوءِ، برت اوستا جـي باوجود، ڪيترا ورهيه سانده سال به سال ڪهي بمبئيءَ ۾ وڇڙيل هندو دوستن سان ملڻ ايندو هو. پائي پرتاب ۽ همعصر اُستاد ديوان ڏيارام ميرچنداڻيءَ سان جگري رشتو هوندو هوس، جـن وٽ اچـي لهندو هـو ۽ جتي آئي، گڏجڻ ويندو هو سانس. مونسان بـه منهنجي جهوني دوست پروفيسر ٿهلرام آڏواڻيءَ جي جاءِ تـي گڏجڻ ايندو هـو ۽ خوب روحـه رهاڻيون ڪندا هئاسون. پڇاڙيءَ تاءِ مونکي پيار پريا خط لکندو هو. آخر ڪراچيءَ ۾، ٩٠ ورهين جي پڪيءَ ڄمار ۾ راهه رباني وٺي رمندو رهيو. اهڙو هو منهنجو ڀهريون عـاليشان اُستاد جنهن هن بندي کي پنهنجي دوستيءَ جو شرف ڏنو.

— ”هندواسي“، ٢٨-١-١٩٧٣

## ٢- وليرام آئلمل ٽنڊاڻي

حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾، جڏهن چوٿين درجي ۾ داخل ٿيس، تڏهن هڪ نئون عجيب اُستاد اسان جو ماستر مقرر ٿي آيو! هو شڪل جو گورو گورو، سهڻو جوان هوندو هو ۽ منهن مان رت پيو ٽمندو هوس. لباس ۾ ٺهڪڻو ڦهڪڻو هوندو هو ۽ انگريزي سوٽ سان ڪالر ٽاءِ پائيندو هو. بت ۾ پريل ۽ قد ۾ ڪجهه ڇوٽو هوندو هو، پر بيهڪ ۾ مٺيا هوندي هيس.

### ڪوتا پاڙهڻ ۾ قابل

ماستر وليرام ڪلاس جا مڙيئي ڪم نهايت هوشياريءَ ۽ دلچسپيءَ سان پاڙهيندو هو، پر انگريزي ڪوتا پاڙهڻ ۾ خاص طور قابل هوندو هو. ڪوتا جو پاٺ اهڙيءَ ته لئه سان ڪندو هو جو ٻڌي موج پيئي ايندي هئي. تنهن ڪانسواءِ ڪن ٽڪن جو ارٿ به جذباتي نموني ۾ ڪندو هو جو اسانجي ڪچڙين دلين تي ڏاڍو اثر ڇڏيندو هو. مثلا هڪ سٽ: The skipper's eyes with mist were blind جي معني سمجهايائين ته هيءَ به ٿي سگهي ٿي ته جهاز جي ڪپتان جون اکيون ماڪ ڪري ڌنڌليون ٿي ويئون، پر بهتر ارٿ اهو آهي ته ڪپتان جون اکيون لڙڪن جي ماڪ ڪري ڌنڌليون ٿي ويون، ڇو جو پنهنجي پريتما کي پوئتان ڇڏي آيو هو.

هڪ دفعي هندستان جي تواريخ مان سبق پاڙهي رهيو هوس ته ڪلاس ڪان ٻاهر برسات وسي رهي هئي ۽ مان دريءَ جي ٻاهران اُن جي رم جهم ڏسي رهيو هوس. اوچتو منهنجي ڳل تي هڪ لپاٽ لڳائڻ تي ويئي، اکين ۾ پاڻي مڙي آيو ۽ وليرام صاحب گرجيو: ٻاهر ڇا ڏسي پيو ڏسين؟ رسيس ۾ مونکي پاسيرو ڪري ڳراٺڙي پائي چيائين: اڳتي سبق تي ڌيان ڏيندين ته توکي ڪڏهن ڪونه ماريندس. سالن بعد مون سان سليو هئائين ته اُن لپاٽ جي پڇتاو ڪان پوءِ ئي مان توکي پاڙهڻ لڳو هوس.

## ڀڳڳڙي هستي

وليرام صاحب نه صرف ڪلاس جي ڪمن پاڙهڻ ۾ قابل هو، پر اسڪول جي ٻين سرگرمين ۾ به اهم ڀرو ونندو هو. هارمونيم سٺو وڄائيندو هو ۽ ڳائيندو به پياري صاحب واري اوچي مٺي آواز ۾ هو. سوين اُردو ۽ گجراتي ناٽڪن جا گانا ڄاڻندو هو، جن مان ڪي اسانکي اسڪول جي ساليانن جلسن لاءِ ماستر محمد صديق مسافر کان سنڌي اکرن ۾ لهرائي، سيکاريندو هو. ڪرڪيٽ راند به چڱي ڄاڻندو هو، جا اسانکي ڪيترا سال Cup Matches لاءِ سيکاريندو هو، حيدرآباد جي ٽن سڪولن (هاءِ اڪيڊمي ۽ وديالي) وچ ۾ ڪرڪيٽ ڪپ مئچون اُن زماني ۾

شهر لاءِ عاليشان اُتسؤ هونديون هيون، جن تي ساليانو هزارين درشڪ اچي ڳاهت ٿيندا هئا. پر اڪيڊمي جا کيلا ري، ماستر ريجهومل سدارنگاڻيءَ جي هدايتڪاريءَ هيٺ، هر سال اسانکان ڪپ کٽي ويندا هئا. مان پانيان ٿو ته فقط هڪڙي سال هاءِ اسڪول ڪپ کٽيو، جڏهن مان ٽيم جو Wicket - keeper هوس ۽ پلو انعام مليو هو م.

## سٽر سفر جو شوق

وليرام کي سٽر سفر جو پڻ بيحد شوق هوندو هو. پنجن اٺن لاڏلن شاگردن جي پارٽي ٺاهي هئائين، جن کي مٿين درجن ۾ وچڻ ڪانپوءَ به اڪثر پڪنڪ تي وٺي هلندو هو. ڪڏهن غلام شاهه ڪلهوڙي جي قبي واريءَ ٽڪريءَ هيٺان جيڪب تلاو تي، ڪڏهن قليليءَ جي ڪاري ڦردي وارن بغيچن ۾ (جتي پوءِ نئشنل ڪاليج برپا ٿيو)، ڪڏهن قليليءَ جو ڪپ ڏيئي چام شوري جي موڙيءَ تي، ۽ ڪڏهن ته گدو-بندر ۽ ڪوٽڙيءَ پئدل ئي پئدل هلـيا ويندا هئاسون. جيڪب تلاؤ پريان ڪرستان (Cemetry) ۾ به گهمڻ ويندا هئاسون ۽ اُتي جي قبرن تي، سنگمرمر تي اُڪريل جي الوداعي دڪدائي بيت هوندا هئا سي مان چونپڙيءَ ۾ اُتاري ايندو هوس.

هيرآباد جي ميرن جي قبن پٺيان جا سفيد پٿرن واري ٽڪري آهي، اُن تي اسانکي ڪنڊ ڪري وهاريندو هو ۽ "ايرڪ" جي اسڪولي جيوت واري ڪهاڻي يا "ڪائونٽ آف مانٽي ڪرسٽو" جي رومانوي ڪهاڻي قسطون ڪري پڙهائيندو هو، جي اسين بيحد اُتساهه سان پڙهندا هئاسون ۽ اهي ڪتاب بہ اسانکي پڙهڻ لاءِ ڏيندو هو. مئٽرڪ ڪلاس ۾ تہ مونکي رينالڊس جا مشهور ننڍا ناول بہ پڙهڻ لاءِ آڻي ڏنائين ۽ مان انگريزي ٻولي جيڪا بہ سکيس سا رينالڊس صاحب کان. ڪن وشين تي مون کان مضمون لکائيندو هو، اهي درست ڪري ڏيندو هو، ۽ اهڙيءَ طرح مون ۾ انگريزيءَ لاءِ چاهه ڦهلايائين ۽ اها سيکاريائين.

مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد، ڪراچي ڪاليج مان موڪلن تي موٽندو هوس تہ بہ وليرام سان رستو هليو آيو ۽ پنهنجي اسڪولي دوست موتي جهانگياڻيءَ (جو پوءِ ولائت مان موٽي .G. I. P. Rly جو مئنيجر ٿي آيو) ۽ ڪاليجي دوست ٿهل آڏواڻيءَ (جو پوءِ ولايت مان موٽي امرتسر خالصا ڪاليج ۾ پروفيسر ٿي آيو) سان گڏجي ساڻس ملندو هوس، جن کي بہ وليرام ڏاڍو پائيندو هو. وري بہ حيدرآباد جي پسگردائيءَ ۾ سئرن جو سلسلو قائم رکيوسين. هڪ ڀيري تہ ڄام شوري کان سنڌو نديءَ جو ڪپ ڏيئي سفر شروع ڪيوسون ۽

پنڌ ڪندا ڪندا، ڏهه ميل ڪـن لتاڙي گدو بندر جي پـل هيٺان اچـي پهتـاسون! ڏهـن ميلـن جـي مفاصلي جو پتو ڪيئن پيو، جـو موئوت Pedometer هوندو هو (جو منهنجي چاچي ڪيمچند شيوڪرام، اکين جي ڊاڪٽر ڏنو هوم)، جو واچ وانگر کيسي ۾ اٽڪائي ڇڏيندو هوس، ۽ قدم قدم کڻـڻ سان انجا ڪانٽـا چرندا ويندا هئا ۽ ميل ۽ فرلانگ ڏيکاريندا هئا. وات تي ڪائڻ لاءِ ٽول سڪائوٽ بئگ ۾ کنيا هئاسون ۽ ڪوسي ڪوسي چانهه ٿرماس جگ ۾. ٿڪجي ٽٽجي پياسون، پـر واهه جـو مزو آيو، جو عمر پـر وسرڻ جو ڪونهي.

## ماسٽر مـان وڪيل

اسانجي اسڪول ڇڏڻ کانپوءِ، وليرام چوندو هو ته منهنجو من ماسٽريءَ مـان ڪٽو ٿـي پيو، ۽ محنت ڪري هائر لا جو امتحان پاس ڪري وڃـي وڪالت شروع ڪيم. تيستائين منهنجو رستو سندس ڪتب جي پاٽين سان اهڙو گهاٽو ٿي ويو هو جـو سندس پيرسن ماتا مونکي پنهنجو پٽ ڪري پيار ڪندي هئي. پاڻ ٻهراڙيءَ جـي ڪورٽن ۾ ڪيس هلائـڻ ويندو هـو ته مونکي به ڪيتر پيرا ساڻ وٺي هلندو هو. هڪ پيرو

اُن جي سواري ڪندا منهنجي ۾ ٻهچي وياسون، ۽ اهي ٽر جي واريءَ جا جبل ۽ ٽر جا منا چانهان (چانهيون) اڃا تائين ياد اٿم. پٺي پيري، جڏهن مان بي. اي. پاس ڪري پتا جي زمينداري سنڀاليندو هوس، تڏهن سندس سموريءَ آکهه ڪي، ٻارن ٻچن سميت، ٻنين تي وٺي ويو هوس، ۽ ڪيئن لسي، مکڻ ۽ ٻاجهر جا ڏوڏا کائي خوب ڏڏ ڪيو هوسون. ڪئنتيا جي پونڪمپ ڪانپوءِ ٻئي جڻا ان پريانگه شهر جو سئر ڪرڻ وياسون، ۽ اُتان زيارت جي جابلو آرام گاهه جا نظارا به ڏسڻ وياسون، جتي پوءِ محمد علي جناح فوت ٿيو هو. ورهاڱي بعد، بمبئيءَ مان وليرام مون کي حيدرآباد (دکن) ۾ به ڪيس تي ساڻ وٺي هليو هو، جتي حيدرآباد ۽ سڪندرآباد جا جاڙا شهر ۽ ٻنهي وچ ۾ شاهي سرور جا سندر درشيه ڏسي روح کي راحت آئي هئي.

## مهمان نواز

وليرام جڏهن جوڌپور ۾ سرڪاري وڪيل هو تڏهن مان وئڪيشن جو مهنو ڪن سندس ڪٽنب سان وڃي رهيو هوس ۽ مونکي خوب گهمايو ڦيرايو هئائين ۽ جام خاطري ڪئي هئائين. جڏهن رٽائر ڪري آديپور ۾ اچي آسائش ورتائين تڏهن به ٻه پيرا وٽس مهمان ٿي رهيو هوس. ۽ مهمان نوازي ۽ اُدار دلي ته ڪو ڪانئس

سگهيا. پاڻ ۾ سنڌس ٻار ٻه ڪراچيءَ توڙي بمبئيءَ ۾ مونوٽ مهنن جا مهنا اچي ٽڪندا هئا. ڪو سنڌو سيڙهو ڪونه هوندو هو. بمبئيءَ ۾ چرچگيٽ اسٽيشن وٽ، جتي جئه هند ڪاليج هاسٽل ۾ منهنجي جاءِ تي ”سنڌي ساهت منڊل“ جو هفتيوار ادبي ڪلاس لڳندو هو، اُن جي ڪارروائي وليرام نهايت اُتساهه وچان ٻڌندو هو ۽ چوندو هو ته تنهنجا نؤجوان ليکڪ واهه جو ٿا لکن، واهه جي تنقيد ٿا ڪن!

هو مونکان پورا ڏهه سال وڏو هو، پر اسان ٻنهي جو جنم ڏينهن ساڳيو ٢٤ ڊسمبر تي هو، جو اڪثر گڏجي ملهائيندا هئاسون، پر هاڻ مونکي اڪيلو ملهائڻو پوندو. چو ته هو پر سال آديپور ۾ ٨٦ ورهين جي اوستا ۾ گذاري ويو، ۽ وڏو افسوس اٿم جو آءٌ صحت سالم نه هئڻ ڪري سنڌس آخرين ڪريا ڪرم ۾ شريڪ ٿي نه سگهيس. وليرام جي مؤت ۾ مون نه فقط هڪ آدرشي اُستاد، نه فقط هڪ دل گهريو دوست، پر پنهنجو مربي پاءُ وڃايو آهي.

— ”هندواسي“ ٤-٢-١٩٧٣

## ٣- پرنسيپال صاحبسنگهه شاهاڻي

ڪراچيءَ ۾ ڊي-جي- سنڌ ڪاليج جا رومن معماريءَ وارا اوچا گنبذ ۽ لنبا ٿنڀا! ان عاليشان عمارت جي آڳنڌ مان لنگهي، ڪشاديءَ ڏاڪڻ تان چڙهي، ٻهرينءَ منزل تي ايف- واءِ- اي- جي شاهي ڪلاس ۾ اچي ويناسون. گهنڊ وڄڻ شرط هڪ شاندار شخصيت، ايلپاڪي جو پروفيسري چوغو هوا ۾ لهرائيندي، ڪلاس ۾ پيٺي ۽ چوڏاري چپ چپات ڇانئجي ويئي. ڪيس چست انگريزي لباس ٻهريل هو ۽ ڪالر ۾ ٽاءِ بدران بو ٻڌل هو- سفيد مڇون هيٺان ڪاڏيءَ تي ڇاپئين ڏاڙهي هيس، باقي ڳل صاف ڪوڙيل هئس- سندس گهڙڻ سان اسين با ادب اُٿي بيٺاسين، تہ ڪڙڪيدار آواز ۾ آکيائين: دوستو، توهانجي مرحبا لاءِ مهرباني- پر توهين هاڻي سڪولي ڇوڪرا ڪونہ آهيو پر ڪاليجي جينٽلمين. تنهنڪري اچڻ اُٿي بيهڻ جي تڪليف نہ وٺو- اُستادن لاءِ جيڪا شرڌا اٿو سا دل اندر ڌاريو- اهڙي فهميدي فهمائش ٻڌي اسين سڀ نهال ٿي وياسون، ۽ پروفيسر شاهاڻيءَ جي ڪلاس ۾ ڪنهن بہ ڇوڪري ڪڏهن مستي ڪانہ ڪئي، توڙي هرهڪ ڪلاس ۾ سؤ کن شاگرد هوندا هئا.

### آزاد تعليم جو طريقو

پروفيسر شاهاڻيءَ جي پڙهائڻ جو طريقو ئي اوُر

هوندو هو. هو درسي ڪتاب جي سٽ سٽ ڪري، اکر اکر ڪري ڪونه سمجهائيندو هو. پنجن اٺن سٽن پڙهڻ بعد ڪو اهم ويچار ايندو هو ته ڪتاب اُبتو ڪري ميز تي رکي ڇڏيندو هو، ۽ پوءِ اُن خيال جي سمجهاڻيءَ ۽ ڦهلاو لاءِ پنهنجي زندگيءَ مان شخصي، آزمودا پڌائيندو هو. هر ڇنڇر آرتوار تي ميرپور خاص واريءَ زميندا ريءَ تي نگهبانيءَ لاءِ ويندو هو، ۽ اُتان ڪمدارن، ڪاراون ۽ هارين جا مثال ڪڍي اچي ڪلاسي سبق سان لڳائيندو هو. پنهنجي زال، پٽن، ڌيئن جو وقتي نازڪ خانگي ڳالهيون به اچي ڪتاب سان ٺهڪائيندو هو، ۽ ائين ڪلاڪ نبري ويندو هو. سندس وڏي ڌيءُ (پوءِ رکي بائي گدواڻي) پهرين سنڌي ڇوڪري هئي جنهنکي ڪاليجي وديا ڏنائين، ۽ ان سان گڏ هڪ ڪرسنان ۽ هڪ پارسي ڇوڪري هوندي هئي. ٽن سؤن شاگردن ۾ پهريون ٽي شاگرديائيون هيون جن اسان ايف. واءِ. اي. وارن کي هم ڪلاسي هئڻ جو شرف ڏنو. پتا وٽان پنهنجون گهرو ڳالهيون ٻڌي رکي بائي شرمائيندي هئي، پر اُنهن سان شاهاڻي صاحب پنهنجي ليڪچر کي اهڙو سلوڻو بڻائي ڇڏيندو هو جو ڪيابات! مونکي ڪونه سجهي ته هن ڪڏهن به ڪو درسي ڪتاب پورو ڪيو! ”هڪمليٽ“ جي ناٽڪ ڪانسواءِ ڇو ته اهو ننڍو ڪتاب هو جنهنجو

اونهو اپياس ڪرايائين. چوندو هو ته ڪتاب ته پاڻيهي گهر ۾ پورو ڪري سگهو ٿا پر زندگيءَ جو ڪتاب وڏيڪ ضروري آهي. اهوئي ته آزاد تعليم جو آدرش هو جو شاهاڻي صاحب عمل ۾ آندو.

پر اينرو چئبو ته انهيءَ آزاد تعليم جي طريقي اپنائڻ سان شاهاڻي صاحب کي ڏکيا انگريزي ليکڪ مون لاءِ وڏيڪ ڏکيا ڪري ڇڏيا. مثال طور، بي. اي. آنرس ڪلاسن ۾ جو براؤننگ ۽ ايمرسن سٽ به سٽ ڪري نه سمجهائيندو هو ۽ صرف سندن فلسفي جي اپٽار ڪندو هو، ته مان قبول ٿو ڪريان ته اهڙا ٿائين اهي ليکڪ مان پورن ريت سمجهي نه سگهيو آهيان. هنجي پڙهائي امتحان پاس ڪرائڻ لاءِ ڪارگر نه هئي، ان لاءِ پروفيسر ٽلومل آڏواڻيءَ جي. شرن وٺڻي پوندي هئي. پروفيسر شاهاڻيءَ جي پڙهائي جيوت جي امتحان لاءِ اڪثير آهي.

## خوش گفتار ليڪچرار

پروفيسر شاهاڻي اهڙو فصيح زبان ۽ خوش گفتار ليڪچرار هوندو هو جو ڪراچيءَ جون ڪيترين سنستائون: پارسي انسٽيٽيوٽ، عامل انسٽيٽيوٽ، سنڌي جمخانا وغيره کيس نيند ڏيئي گهرائينديون هيون. سندس ڀاشڻ اڪثر ساهتڪ ۽ سماجڪ وشين تي هوندا هئا ۽ آڻ

۽ اتساهه وڃان وڌي کيس ٻڌندو هوس. سندس ويچار اعليٰ ۽ آزاد هوندا هئا، ۽ خاص ڪري انگريزي ڀاشا تي اهڙو دست رس هوندو هوس جو چيدا لفظ ۽ موزون جملا سندس مک مان ڪنهن قدرتي جهرڻي جيان وهي هلندا هئا. سندس تقرير ٻڌڻ هڪ انوکو آزمودو هوندو هو، ۽ مان ته جنسي منترمگڌ ٿي ويندو هوس! سادو واسواڻيءَ پروفيسر اجواڻيءَ کان سواءِ مونکي ڪو سنڌي تقريري ماهر ڪونه ٿو سجهي. انگريزي اُچار ۾ بلڪل شد ڪندو هو ۽ شد **accent** تي خاص ڌيان ڏيندو هو. يعني لفظن ۾ جي پد ٽين ٽا تن مان ڪهڙي پد تي زور ڏجي. هڪ دفعي پڇومانس ته سائين، "نيسيسري" (necessary) لفظ ۾ اوهين پهرين پد تي زور ٿا ڏيو، پر "نيسيسٽي" (necessity) لفظ ۾ ٻئي پد ۾ زور ٿا ڏيو سو ڪئن؟ وراڻيائين ته ابا، انگريزي اُچارن جو ڪو قاعدو قانون ڪونهي، اهي انگريزن جي رواج تي منحصر آهن. جي انگريزي ٻولي ڳالهائڻي اٿو ته سندن رواج موجب نه ته نه ڳالهايو ته بهتر. انگريزي لوڪن جي صحبت مان ئي سندن صحيح اُچار سکي سگهبا، اُن جهڙو ڪارگر ٻيو رستو ئي ڪونهي.

## اسٽرائيڪ ڪاڻپوءِ پرنسيپال

ڪاليج جو گورو پرنسيپال فئريل اوچتو گذاري ويو،

۽ ڪاليج بورڊ وارن پنهنجي وڏن موجب نئون گورو پرنسيپال ملر مقرر ڪري ولايت مان گهرايو. تنهن ٿان شاگردن ۾ ڏاڍو ڏاڍ پيدا ٿيو ته آزمودگار ۽ قابل پروفيسر شاهاڻيءَ کي اُن عهدي تان ڇو ٿــو رکيو وڃي. اُن زماني ۾ حيدرآبادي ۽ غير- حيدرآبادي گــروهن جي اڻ ٺهت ڇوت ڇڙهيل هوندي هئي، پر پروفيسر شاهاڻي مڙني ڏرين - مسلمانن توڙي پارسين ۾ پيارو هـوندو هو. سو هڪ اسٽرائيڪ ڪاميٽي برپا ڪئي سون جنهن جو پريزيڊنٽ هن بندي کي چونڊيائــون. ڪاليج پرسان برنس گارڊن جي لان تي شاگردن جي ميٽنگ سڏائيسون، جنهن ۾ مـــون پنهنجي ڀرين تقرير ڪندي چيو تـــ پروفيسر شاهاڻي ڀهريون سنڌي ايم. اي. پـاس ڪيل آهي ۽ هن وقت ڪاليج ۾ جهونـــي ۾ جهونو قابل ۾ قابل پروفيسر آهـي. هوئي سنڌ ڪاليج جـو پرنسيپال ٿيڻ لائق آهي، تنهن ڪري نئين رنگروٽ کـي واپس ولايت اماڻڻ کپي. اهڙو ٺهراو يڪراءِ بحال ٿيو ۽ بورڊ کي موڪليو ويو، ۽ ٻئي ڏينهن کان ونـــي ڪاليج ۾ اسٽرائيڪ شروع ٿي ويو ۽ ڪلاس خالي پيا هئا. شهر ۾ ڇوٻولو مچي ويو، شري جمشيد مهتا، شري جيٺمداس يا ڊاڪٽر چوئٿرام (ٻنهي مان هڪڙو يا ٻئي، وسري ويو اٿم) اسان وٽ ميٺارام هاسٽل ۾ ڪهندا آيــا ۽ سمجهايائون ته اسٽرائيڪ ختم ڪريـــو. آخـــر جڏهن

خاطري ڏنائون ته بورڊ کان گوري پرنسيپال ناقط جو فقرو رد ڪرائيندا سون، تڏهن اسان اسٽرائيڪ واپس ورتو ۽ جلد ئي پروفيسر شاهاڻي پرنسيپال مقرر ٿي ويو. افواهه هو ته بورڊ وارن پرنسيپال شاهاڻيءَ تي زور آندو هو ته اسٽرائيڪ جي مکيه بانيڪارن کي ڪا سيکت ڏني وڃي، پر شاهاڻي صاحب اُتر ڏنو هو ته جن منهنجي فائدي ۾ تحرڪ هلايو تن کي مان سزا ڏيان، سو مون لاءِ اسپاويڪ آهي!

## مان فيلو ڪيئن بڻيس

گرئجوئيت ڪرڻ ڪانپوءِ پتا مونکي ننڍي محمد خان جي پريان پنهنجي زميداري سنڀالڻ لاءِ روانو ڪيو. پريا پنج سال ايمان جي سلامتيءَ سان ڪم ڪيم، پر گويا اڪيلائيءَ جو قيد ڪاٽيم. نيٺ هڪ ڏينهن اوچتو پرنسيپال شاهاڻيءَ وٽان خط آيم ته جي چاهين ته ڪراچيءَ هليو اچ، توکي انگريزيءَ ۾ آنرري فيلو ڪري رکندس. اَنڌو گهري الله کان ٻه اکيون، مون لاءِ ته اِها وڏي نعمت ٿي! سوچيم: شاهاڻي صاحب کي منهنجي انگريزيءَ جي ڄاڻ بابت ڇگو اثر ويٺل ٿو ڏسجي، مان سندس ڪلاس ڪڏهن ڪين گسائيندو هوس، سندس ليڪچر ڏيان ۽ چاهه سان

پڙندو هوس، ڪاليج جي سمجهدار سوال به پڇندو هوس، هاسٽل ۾ سندس ٻرپا ڪيل پرارٿنا ڪلاس ۾ به هڪيو حاضر هوندو هوس، مونکي پروفيسرن جي ڪورٽ تي پاڻ سان ٽينس راند به ڪرائيندو هو. مان سندس لاڏلو شاگرد هوس، شايد تنهن ڪري ئي مونکي گهرايو اٿس... هائو، انٽر پاس ڪري ڪانپور جڏهن مان شادي ڪري بي. اي. ۾ داخل ٿيو هوس تڏهن مون کي پرئي ڪلاس ۾ مبارڪون ڏيندي اهو مهڻو به ڏنو هئائين ته ”ارلي ڊوميسٽسٽي“(early domesticity) ڪري آيو آهين. پوءِ وري سندس فائدي ۾ اسٽرائيڪ ۾ مکيه ڀرو ورتم، ان جو به سٺو اثر پيو هوندس ... هائو، هائو، مان سندس لاڏلو شاگرد هوس، تنهنڪري ئي مونکي گهرايو اٿس! بس پوءِ ته پتا به خوشيءَ سان منظوري ڏني ۽ سگهو ئي وڃي پنهنجي جهوني ڪاليج ۾، پنهنجي لاڏلي پروفيسر هيٺ فيلو بڻيس. ٿياسافڪ سوسائٽيءَ پرسان هاسٽل انيڪسي (Annexe) چالو ڪيائين جنهن جو وارڊن به مونکي مقرر ڪيائين، ۽ اهڙيءَ طرح منهنجي رهائش جو بندوبست به خاطر خواه ٿي ويو. ميناارام هاسٽل جو سپرنٽينڊنٽ ته پوءِ پرنسيپال بوناٽيءَ جي ايامڪاريءَ ۾ ٿيس.

## ڪاليج ۾ نئين ناٽڪ منڊلي

پرنسيپال شاهاڻيءَ مونتي اهو خاص ڪم رکيو ته

جهونءِ سنڌ ڪاليج ناٽڪ منڊلي ته ختم ٿي ويئي، هاڻي مونکي ڪاليج اندر نئين ناٽڪ منڊلي ڪيڻي ڏي چو ته مان ناٽڪ کي تعليم جو مکيه حصو ٿو سمجهان. پئسي جي پرواهه نه ڪر، پئسو پيدا ٿي پوندو جي ڪارج سٺو آهي. مان به دل جان سان هن ڪم ڪي جنبي ويس؛ ليڪچر ٿيئيٽرم هڪ ننڍو سٽيج ٺهرايم، اُن ماپ موجب سهڻيون سينريون ۽ پردا پينٽ ڪرايم؛ ۽ ڪاليجي جوانن ۽ جوانڙين مان ڪلاڪار چونڊي ڪيترا سال انگريزي، اُردو ۽ سنڌي ناٽڪ ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريم. هدايتڪاري به ڪندو هوس ته اداڪاري به ڪندو هوس، ۽ ڪن پروفيسرن کان به شاگردن سان گڏ پارٽ ڪرائيندو هوس. پرنسيپال شاهاڻي پاڻ ڪيترا دفعا ريهرسل تي اچي ويهندو هو ۽ ڪارگر صلاحون ڏيندو هو. درشڪن کي ناٽڪ پسند پوندا هئا ته خوشيءَ ۾ نه سمائبو هو ۽ مونکي ۽ اڪٽرن کي دل کولي داد ڏيندو هو. تنهن وچ ۾ مونکي ليڪچراريءَ جو عهدو به بورڊ کي سفارش ڪري وٺي ڏنو هئائين.

## سنڌ جو امر تعليمدان

ڪراچي ڪاليج جو اصلوڪو نالو ”سنڌ آرٽس ڪاليج“ هوندو هو جنهن سان پوءِ سائنس جو شعبو (department) پڻ شامل ڪيو ويو. پر پرنسيپال شاهاڻيءَ

ڪي زماني جي تيز رفتار موجب، شاگردن ڪي ٻئين علمي شاخن ۾ تعليم ڏيڻ جي ابلاشا رهندي هئي. تنهنڪري ساڳئي شاهي ڪمپائونڊ ۾ پهرين انجنيرنگ ڪاليج برپا ڪيائين، پوءِ لا ڪاليج، پوءِ ڪامرس ڪاليج، هڪ ٻئي پنيان ويو قائم ڪندو. پر باقي ميڊيڪل ۽ ائگريڪلچرل ڪاليج چالو ڪري، مڪمل سنڌ يونيورسٽي ايجاد ڪرڻ جو سندس سپنو اڌورو رهجي ويو، ڇو جو آخر سندس رٽائر ڪرڻ جو سمو اچي سهريو، جنهن موقعي تي هڪ دل ڏڪائيندڙ الوداعي تقرير ڪئي هئائين، ۽ ڀين ڪيترن ڪراچيءَ جي تعليم دانن ۽ عالمن ڪيس شرڌانجليون پيش ڪيون هيون، مگر صد افسوس جو رٽائر ڪرڻ کان سگهوئي پوءِ، ٦٥ سالن جي عمر ڌاري، اوچتو سندس ديهانت ٿي پيو. سندس وفات مون لاءِ هڪ شخصي صدمو هو. پرنسيپال شاهاڻي تحقيق هڪ شاهاڻو اُستاد، هڪ شاهاڻو انسان هو. ●

— هندواسي، ١١-٢-١٩٧٣

# ● وڏا سي وڻجھار

---

## سرڳواسي کانچند درياڻي

## ناٽڪي حقيقت نگاريءَ جو باني

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جو نتيجو اهو نڪتو هو جو آرٽ ۽ سماجڪ حالتون ساري جهان ۾ بگڙنديون ويون. ١٩٢٠ ڌاري کانچند شامداس درياڻيءَ کي شخصي آزمودن وچان اُتساهه جاڳيو ته سنڌي سماج ۾ جي انيڪ اوڻايون وڌي رهيون آهن تن کي سڌارڻ لاءِ ناٽڪن ڪري ڏيکارڻ سان انهن جي اوگهڙ ڪرڻ جهڙو ٻيو ڪارگر وسيلو ڪونهي. ڏيتيءَ ليتيءَ جو کهنو روڳ ٻين مڙني کان زياده وڌندڙ هو، جنهن ڪري درياڻي صاحب هڪ ڏيتي ليتي ڪاميٽي برپا ڪئي ۽ ان لاءِ

”گلاب جو گل“ نالي ناٽڪ لکي ورتائين، جو ناٽڪي اُستاد هيرانند آڏواڻيءَ کان پلاٽ ۽ رنا جي لحاظ کان درست ڪرائي، ان ڪاميٽيءَ جي سهاري هيٺ ڪري ڏيکاريائين. ڏيتي ليتيءَ جي برخلاف هي پهريون مڪمل ناٽڪ هو، جنهن ۾ گهرو جيوت جا سهڄ سڀاءُ واقعا ڏيکاريل هئا ۽ سس ننهن ۽ نراڻ جي ڪارنامن جا چٽ اهڙا هو بهو چٽيل هئا جو لوڪن جنسي پيٽ ڦٽي پيا. هيءَ کيل ڪراچيءَ توڙي حيدرآباد ۾ ڪيترائي ڀيرا ڪري ڏيکاريو ويو ۽ اُن جي خلق پسنديءَ جو خاص ڪارڻ هو رامن ماءُ مائٽين واري جو پارٽ، جنهن خيالي ڪردار کي اڪثر هيري سپاهيملاڻيءَ پوڙهين ماين جي پڙي چادر واريءَ لوڏ ۽ ڳالهائڻ جي لهجي سان نه فقط زنده پر امر ڪري ڇڏيو. هن ناٽڪ ۾ هن مضمون جي لکندڙ پهريو مردانو ناٽڪ جو پارٽ ڪيو هو. جو جيتوڻيڪ چڱو اثرائتو ادا ڪيائين، پر پنهنجي گهگهي آواز ۾ جو ڪيترا راڳ ڳائڻ لاءِ ڏنائونس تنهن اداڪاريءَ جون خوبيون ئي ڪسيون ڪري ڇڏيون. سس جو پارٽ جهمٽمل پاوناڻيءَ زناني نزاڪت سان ڪيو ۽ راڳ به نهايت سريلا ڳايا هئائين. نئين زماني جي فئشنبل نراڻ جو پارٽ چمن واڌواڻيءَ ڏاڍي ناز نخري سان ادا ڪيو هو. ستايل ننهن جو رول خود خانچند ڪيو هو جو

جيتوڻيڪ گهڻي سوز وچان ڪيائين پر آهه زاري ۽ روئڻ رڙڻ جو پار لنگهي ويو. سنڌس پڇين ناٽڪ ”موٽڻي جي ...“ (١٩٢٣) ۾ وري ڏيکاريل هو ته ننهن سس جا سور سهي بردبار ٿي ٿي پوي ۽ مڙس پنهنجي پاسي ڪري، سس سان مقابلو ٿي ڪري ۽ آخر ۾ ڪيس سڌو ٿي ڪري. هن ناٽڪ ۾ نائڪ جو پارٽ ڪندي هن لکندڙ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ راڳ ڳاتو. نائڪا هئي هڪ ٻيو نوجوان نيڻون ميرچنداڻي جنهن ۾ به زناني نفيسائي هوندي هئي ۽ مٺو ڳائيندو هو، پر ويچارو ننڍيئي سلهه جو شڪار ٿي ويو. مائٽين واريءَ جو پارٽ وري ٻـ هيري سپاهيملاڻيءَ ڪيو ۽ وڻ وجائي ڇڏيائين.

پوءِ ته ١٩٢٣ ۾ ”رابندرناٿ لٽرري ۽ ڊرئمٽڪ ڪلب“ برپا ٿي ويئي. جا سنڌي ناٽڪ جي واڌاري ۾ آخرين اهم حد- نشان هئي. هيءَ منڊلي کانچند درياڻيءَ جي باني ڪاريءَ هيٺ ۽ هيرانند آڏواڻي، لالچند امرڏنيمل، چيتمل پرسرام، هن بندي ۽ ٻين ناٽڪي دوستن جي سرجوشيءَ سان وجود ۾ آئي، جنهن لاءِ مهاڪوي ٽئگور پاڻ ڪرم ڪري حيدرآباد ۾ پاڻ ڪهي آيو هو ۽ ان جي آرنڀ ڪرڻ جو شرف اسانکي ڏنو هئائين. هن منڊليءَ پنهنجي آڏو هيءُ ناٽڪي آدرش رکيو ته جنهن صورت ۾ شيڪسپيئر جي قول

پنهنجي "ناٽڪ جيوت جي آرسي آهي،" تنهن صورت ۾ ناٽڪن ۾ چالو زماني جي هلي چلي ۽ دنيا سازيءَ جي مسئلن کي ئي بنا وڌاءُ ڪرڻ جي پيش ڪرڻ کپي ۽ منجهن پنهنجي اوڻاين جي اُپٽار ڪري سڌاري آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ ريت اُسي وندر سان گڏوگڏ سکيا ڏيڻ سان، سماج بهتر بنائڻ لاءِ ناٽڪ هڪ زبردست وسيلو ٿي سگهي ٿو. جو جو ڪتابن ۾ ته ڳالهيون فقط پڙهجن ٿيون پر ناٽڪ کي هوبهو اکين ڏسڻ سان زندهه تاثير پيدا ٿو ٿئي. هاڻي ڪوبه ناٽڪ ٻن طرفن جي ڪشمڪش ڌاران اثردار نٿو بڻجي جيئن جهونن ناٽڪن ۾ انسان جو مقدر سان مقابلو ڏيکاريل هوندو هو، ۽ وچين وقت ۾ سيرت سان چٽاڀيٽي يا جيءَ اندر جنگ نقش ڪيل هوندي هئي. تيئن هن زماني جي ناٽڪن ۾ اهي مسئلا چٽيل آهن جن ۾ انسان، سماج ۽ ٻين سنستائن جي ظلمن سان ڇڪريون کائيندي يا ته عذاب ٿو سهي يا فتح ٿو پائي.

## "اُلٽو ڪيل ناٽڪ"

هن ڪلب جي هڪڙي شاخ حيدرآباد ۾ هئي جنهن جا منتري هيرانند آڏواڻي، رامچند تختوام ۽ مولچند ليلارامسنگهه هوندا هئا. ۽ ٻي شاخ ڪراچيءَ

۾ جنهنجا منتري خانچند ۽ پارٽ چانڊومل واڌواڻي ۽ پهلاجسنگھ آڏواڻي هوندا هئا. ڪلب جو مکيہ ناٽڪ نويس ڀ. درياڻي صاحب هوندو هو، جنهن کي جيڪڏهن نئين حقيقت نگاريءَ واري ناٽڪ جو پايو وجهندڙ ڪوٺجي تہ بيجاءِ نہ ٿيندو. هن جوان ٽورن ٽي سالن ۾ ٣٥ کن ناٽڪ لکي وڌا جي لوڪن کي نهايت پسند آيا، ڇو جو موضوع ٽوڙي رتا جي ناٽڪي دلچسپي رکندڙ هئي، ٽوڙي هي مڙس اهي کيل جو هڪ ڏڪ ۾ رهڙي وٺندو هو ۽ مهني اڌ ۾ ڪري ڏيکاريندو هو. تنهنڪري ادبي خوبيءَ ڪان ڪي قدر وانجهيل هئا. هن منڊليءَ جو پهريون پهريون عاليشان کيل، جنهن ناٽڪي فن ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو سو هو ”لڪجا مدبر“ (١٩٢٣)

يورپ ۾ حقيقت نگاريءَ واري ناٽڪ جي ابي Ibsen جي ناميارى ناٽڪ Pillars of Society تان وٺي، منجهس ٿوري ڦيرڦار ڪري درياڻيءَ سنڌي جيوت ۾ بيهاريو هو ۽ کيس اُستاد لالچند جي سلوڻي عبارت جو مکہ ڏياريو هو. هن ناٽڪ ۾ اداڪار ٿورا ۽ بلڪل ضروري آندل هئا. (نہ شيڪسپيئر وارن ۽ ٻين جهونن ناٽڪن وانگر ٢٥–٣٠) پردن جي لهہ چڙهہ بہ واجبي هئي (نہ ٻنجهين ڏهين منٽين پردو لهي چڙهي ۽ نظارو بدلجي) ۽ راڳہ بہ جڳائيندڙ هنڌن تي بہ ٿي مس پيل هئا (نہ جيئن اڳي وانگر ٽپ ٽپ تي ڳائي

۽ بيت بازيءَ جي ذم پيٺي پوندي هئي.) هن ناٽڪ جو مسئلو به نئون هو جنهن ۾ شاهوڪار شاهيءَ جي بي رحميءَ ۽ آخرين پائماليءَ جو زوردار چٽر چٽيل هو. منجهس قاسم محمود، ڪراچيءَ واري جهازن جي گوديءَ جي مالڪ جو پارٽ ڏيئلمل لعلواڻيءَ اهڙي ته پورن ڪلاڪاريءَ سان ادا ڪيو هو جو هي صاحب هن جڳه جو بهترين زبردست سيرت نگاريءَ وارو ائڪٽر تسليم ڪيو ويو. خاص ڪري جڏهن جوفيءَ لاءِ هاڪاريل سندس جهريل جهاز ٻڏي ٿو پوي ۽ ان ۾ سندس لخت جگر مري ٿو وڃي ۽ پاڻ چريو ٿي ٿو پوي. تنهن پارٽ ڪندي ڪمال ڪري ڏيکاريو هئائين. خلاصي عاشق جو پارٽ مورنڪ و هو ۽ معشوق سنگينا جو پارٽ هڪ نئين نوجوان ڪشو پاوناڻيءَ جو به اندر جي اُتساهه وچان ۽ شاندار نموني ۾ پارٽ ڪندو هو ۽ ڳائيندڙ به سٺو هو. مرزا قليچ بيگ جو ننڍو فرزند همايون بيگ، تنهن به قاسم جي صغير پٽ آزاد جو پارٽ نهايت چلولائيءَ ۽ چرب زبانيءَ سان ڪيو هو ۽ رحيم شودي جو پارٽ وليرام آئلمل پوري حرفت بازيءَ سان ادا ڪيو هو. هيءُ ناٽڪ حيدرآباد توڙي ڪراچيءَ ۾ گهڻائي ڀيرا ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريو ويو.

١٩٢٤ ۾ Mrs. Henry Wood جو مشهور سماجڪ ناول East Lynne دريائيءَ ناٽڪي صورت ۾ آندو،

هو ۽ ”غلط فهمي“ نالي ڏيهي جيوت ۾ لکيو هو. هن ۾ نائڪ جو رول وري به مون ڪيو هو. نائڪا جو پارٽ ڪشو ڀاوناڻيءَ بلڪل دلڪشائڪ ۽ پر اثر ڪيو هو ۽ ٻيو نمبر نائڪا جو پارٽ چندن ميرچند اڏيءَ ڪيو هو. جو به لڇڪيدار ز نانا ائڪتر هوندو هو. ڀڳوان رامچنداڻيءَ ڪارو ڪبر جي پارٽ ۾ ۽ سهجو واڌواڻيءَ جسودا دائيءَ جي پارٽ ۾ ڏاڍا مٺا راڳ ڳايا هئا.

ادبي نگاهه کان درياڻيءَ جو ٻيو نمبر بهترين ناٽڪ ”ديش صدقي“ (۱۹۲۷) هو. جو بيلجم جي نوبل پرائيز کٽيندڙ ناٽڪ نويس Maetex linck جي Vanna Monna تان ورتل راجپوت جيوت ۾ لکيل هئائين. هن ۾ هڪ راجپوت راڻي ديش کي دشمن جي حملي ۽ تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ عصمت قربان ڪرڻ لاءِ به تيار ٿي ٿئي. پر اندر جي سچائيءَ ۽ آتمڪ بل سان سندس عزت توڙي ديش جو بچاءُ ٿو ٿئي. هيءُ ناٽڪ منڊليءَ جي ڪراچيءَ واري شاخ ڪري ڏيکاريو هو. جنهن ۾ به مون ۽ ڪشو ڀاوناڻيءَ نائڪ - نائڪا جا پارٽ اثرائتا ادا ڪيا هئا ۽ انڪري اسانجو جوڙو ڪجهه وقت لاءِ ناليرو ٿي ويو هو. ڪاهيندڙ دشمن راجا جو رول عالم گدواڻيءَ نهايت دلدلي ۽ شان شوڪت سان ڪيو هو جنهنڪري ڏيئلمل کان پوءِ هو ٻيو نمبر برجستو اداڪار شمار ڪيو ويندو هو. پيرسن راجا

جو پارٽ ديوان ليلارام سنگهہ جي وڏي فرزند جيٺمل نهايت سنجيدگيءَ سان ڪيو هو، جو هڪ سمجهدار ائڪٽر هوندو هو ۽ هندستاني موسيقيءَ ۾ بہ ماهر هو. خود ڏرياڻيءَ هن ناٽڪ ۾ خبيث جو پارٽ بخوبيءَ ڪيو هو.

ڏرياڻي صاحب، شيواجي مهاراج جي زماني جو هڪ مرهٽي تاريخ تي ٻڌل ناٽڪ "عجيب اِنصاف" يا "مت هيڻ ٿاري" نالي ۱۹۲۹ ڌاري لکيو هو، جو هڪ گجراتي ناٽڪ تان ورتل هو ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ "ديشي" ناٽڪ ڪمپنيءَ ڪري ڏيکاريو هو ۽ ڏاڍو پسند پيو هو. ان ڪمپنيءَ جو مکيہ ائڪٽر موهن لالاجي (جو سالها اڳ سورداس جو عاليشان پارٽ ڪري ڪراچيءَ جي ناظرين کي مست ڪري ويو هو.) سو انهيءَ ناٽڪ ۾ سمپاجيءَ جو پارٽ ڪماليت سان ڪندو هو ۽ بعضي اسانجي ريهرسل تي ايندو هو، جو جو اسان اهو ناٽڪ ڪيوئسپي ساڳئي ماڻهوي ۾، ساڳئي سينريءَ سان هو. مونکي جو ساڳيو سنڌس سمپاجيءَ جو پارٽ ڪرڻو هو، سو موهن مونکي خاص هدايتون ڏيندو هو ۽ چوندو هو تون منهنجو نقل ڇڳو ٿو ڪري وڃين. انڊين گرلس هاءِ سڪول جي سهائتا لاءِ ڪيل اهو کيل، گجراتي ناٽڪ جي ڀيٽ ۾ جيتوڻيڪ لڳي ٻڏي اهڙو ڪامياب ڪونہ ويو تہ بہ ڪن ائڪٽرن

جي شخصي ڪاميابي ٿي. مثلا منهنجو سمپاجيءَ جو پارٽ ۽ ڀڳوان رامچنداڻيءَ جو شيواجيءَ جو پارٽ، گاگن موورجاڻيءَ ۽ رام هيرا (سارسوت براهمڻ ناٽڪ منڊليءَ جو زنانو ائڪٽر ۽ ڳائيندڙ) جا ٻن ناٽڪائن جا پارٽ، دريااڻيءَ جو راجارام جو پارٽ، روپچند ڪرپالاڻيءَ جو پروهت وارو مسخريءَ جو پارٽ ۽ خاص ڪري ڪماري نئن ميرچنداڻيءَ جو ساهوءَ جو پارٽ جو هن ننڍڙيءَ ڇوڪريءَ اهڙو ته ڦڙتائيءَ ۽ حشمت سان ڪيو جو هڪدم نالو وڃي ويس ۽ سنڌي ناٽڪ جي تاريخ ۾ پهرين ائڪٽريس نڪري نروار ٿي. اهي سڀ پارٽ چڱا سٺا ڪيل هئا. هيءُ ناٽڪ ١٩٣١ ۾ پرنسيپال شاهاڻي يادگار فنڊ لاءِ وري ڪري ڏيکاريو ويو. جنهن ۾ گهڻو ڪري ساڳيا ائڪٽر هئا ۽ چڱو بيٺو هو.

## دليان جوڙيل ناٽڪ

ٽاگور ڪلب جي ڪراچي شاخ لاءِ جيڪي ناٽڪ دريااڻيءَ دليان خلقيا، تن مان پهريون هو "رتنا" (١٩٢٤) جو ٿورن پاترن ۽ ٿورن پردن وارو فقط ٽي ڪلاڪ هلندڙ هڪ مثالي ناٽڪ هو، جنهن ۾ ڪٽنبي جيوت ۾ مرد ۽ زال جي جوابدارين جو نقشو نڪتل هو ۽ هڪ دريني عورت ۽ ٻي فئشنبل ڇوڪريءَ جي

وچڙ ضد ڏيکاريل هو. هن ۾ ٻه مرد جو پارٽ مون ڪيو هو. زال جو خود خانچند نحريلي نينگر جـو چندن مير چنداڻيءَ ۽ وفادار دوست جـو يڳوان رامچنداڻيءَ ۽ اهو ناٽڪ هر طرح ڪامياب ثابت ٿيو هـو. ”زماني جي لهر“ جو ١٩٢٩ ۾ پوڙ سهائتا فند لاءِ ڪيو ويـو، تنهن ۾ پراڻن خيالن وارن تنگدل مائٽن ۽ نئين زماني جي آزادي پسند جوان جوڙن جي وچ ۾ جيڪي متڀيد ۽ اختلاف گهرو زندگيءَ ۾ ذري پرذي ٿان ٿين ٿا، تنجو چٽو ٿوڻي مبالغي وارو چترچٽيل هو. هن نـاٽڪ ۾ مونکي نئين نائڪا ملي، قيمت واسواڻي، جنهن پنهنجو پارٽ زناني حجاب ۽ حليمائيءَ سان ادا ڪيو، ٻيون نمبر نائڪ جو پارٽ رامچند واسواڻيءَ ڪيو هو. جنهن ۾ مڌر راڳ به ڳايا هئائين ۽ ٻيون نمبر نائڪا جو پارٽ خانو منسنڪاڻيءَ پرط نفيسائيءَ ۽ چترائـيءَ سان ڪيو هو. ڪماري پدمي اجلسنگهه جا پوءِ شاندار ائڪٽريس ٿي پيئي، تنهن هن ناٽڪ ۾ پهريون نمبر ننڍڙو پارٽ ڪيو هو، جنهن ۾ چگو جلوو ڏيکاري چڏيو هئائين ۽ هڪ مٺو گانو به ڳايو هئائين. گهوت پيءُ جـو پارٽ يڳوان رامچنداڻيءَ جوڳي گنڀير نموني ۾ ڪيو هـو. ڪنوار پيءُ جو پارٽ گنگارام قيمت راءِ پنهنجي مذاقي نموني ۾ ڪيو هو. ۽ گهوت ماءُ جي پارٽ ۾ منگل رامچنداڻيءَ خوب ڪلايو هو. تازو پرٽيل نائڪ جنهن ڪـي جهوني

زماني جا مائٽ نئون ورنيءَ سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۽ گهمڻ
ڦرڻ جي آزادي به نٿا ڏين ۽ طعنا تنڪا هڻي سندس
جيوت زهر ڪري ٿا ڇڏين ۽ جو انهن جي ظلمن ڪري
شراب پيئڻ ۾ وڃي ٿو پوي ۽ آخر چريو ٿي ٿو وڃي
پوي انهيءَ پارٽ ڪرڻ ڪري اخبار وارن
مونکي سنڌي اسٽيج Emil Jannings جو خطاب ڏنو
هو. پر جيتوڻيڪ ناٽڪ جي پلاٽ ۾ وڏاءُ ڪونه هو،
جنهن لاءِ اهڙيون زوردار حالتون ڏيکاريل نه هيون نه
به انهيءَ پارٽ ۾ اينترا لاها چاڙها هئا ۽ ڪارگر
اداڪاريءَ جا اينترا وجهه هئا جو مون اهو پارٽ
دل کولي ڪيو هو ۽ ڏسندڙن جو به رايو هو ته اهو
منهنجو بهترين پارٽ هو. هن ناٽڪ مان مذاقي نڪرو
ڪيڻي ١٩٣٧ ۾ سنڌ ڪاليج جي جبلي جلسي تي
مون ڪري ڏيکاريو هو. جنهن ۾ گهوٽ ماءُ جو پارٽ
چنتر آتمسنگهه ۽ گهوٽ پيءُ جو چيلي پوڄواڻيءَ ڪري
حاظرينن کي خوب کلايو هو. ڪراچي شاخ جي سهاري
هيٺ ذڪر ڪيل ناٽڪن ڪري ڏيکارڻ لاءِ هيءَ
ماهرن جي ڪاميٽي مقرر ٿيل هئي. منگهارام ملڪاڻي
(هدايتڪار) کانچند درياڻي (اسٽيج لاءِ جوابدار) ۽
پگوان رامچنداڻي (سنگيت لاءِ جوابدار) انهيءَ ڪم
جي مناسب ورڇ ڪرڻ خاطر خواهه نتيجا نڪرندا هئا.

درياڻيءَ جا آخرين ٻه مکيه ناٽڪ گهرو ۽ سماجڪ مسئلن سان گڏوگڏ آرٽڪ مسئلن تي لکيل هئا. ”مايا جو انڌ“ (١٩٣٠) ۾ مل مالڪن جي شاهوڪار شاهيءَ ۽ سندن ظالم ڪارنامن تي چوهڙ جنڊيل هئا، جنهن ۾ مزور نائڪ جو پارٽ درياڻيءَ پاڻ ڪيو هو، قيمت واسواڻيءَ نائڪا جو پارٽ ادا ڪيو هو ۽ دولت (پڙي) آڏواڻيءَ مسخري جو، هن نئين مسئلي واري ناٽڪ خلق تي چڱو تاثير پيدا ڪيو هو. ٻيو آرٽڪ ناٽڪ هو ”بک جو شڪار“ جو ١٩٣٢ع ۾ ڪراچي گاڏي کاتي واري جيٺمل واڌومل اسپتال جي سهائتا لاءِ ڪيو ويو، جنهن ۾ بک ۽ بي روزگاريءَ جو مضمون کنيل هو ۽ زبردست نوع ۾ نباهيو ويو هو ۽ منجهس سوديشيءَ جو پرچار پڻ ڪيل هو. هن ناٽڪ ۾ وري هڪ ٻئي نوجوان مونسان نائڪا جو پارٽ ڪيو هو جو هو ديال ڪرپالاڻي، جو پڻ زناني نفيسائيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو، اندر جي اُمنگ سان پارٽ ڪندو هو ۽ ڳائيندڙ پڻ ڏاڍو سريلو هو. عالم گدواڻيءَ جج جو پارٽ شاهاڻي ڍنگ سان ڪيو هو ۽ نارائڻ شوداساڻيءَ جج جي زال ۽ نائڪا جي ماءُ جو پارٽ همدرديءَ وچان ڪيو هو. ڀڳوان رامچنداڻي هونءَ ٻوڙهن پيئرن جا پارٽ ڪندو هو، تنهن نوجوان فئشنبل ٻر چيسي عاشق جو پارٽ سٺو ڪيو هو. هن ناٽڪ ۾ ٽن ڇوڪرين ڪان ٻه ننڍا پارٽ

ڪراياسون. جي هيٺيون ٿي پيئرون: ليرت، هري ۽ خاص ڪري گوپي سپاهيملاڻي، جنهن تمام مٺي ۽ گونجندڙ آواز ۾ ڪيترا گانا ڳائي ماڻهن کي خوب جهولايو هو. سرسوتي موتيرام به ناٽڪ جي بڪاول پيڻ جو پارٽ دردناڪ اپوجهائيءَ سان ڪيو هو ۽ سٺو ڳايو هو. اهڙيءَ طرح رفتي رفتي سڀيون ڇڱيون ڇوڪريون ناٽڪن ۾ آڻيندا وياسون ۽ ناٽڪ جي ترقيءَ ۾ اهي ياري بند پڄندا وياسون. هن ناٽڪ ۾ نئون مسخرو دولت آڏواڻي (جو پوءِ فلمي مسخرو ٿيو) جنهن وفادار نوڪر "پوهوءَ ماءُ جي پٽ" واري پارٽ سان ڪلائي ڪيرو ڪيو هو سو مشهور ٿي ويو. منهنجو ناٽڪ وارو پارٽ به سٺو هو. خاص ڪري جڏهن بڪ جو شڪار ٿيل پيٽ جو لاش ٻانهن ۾ کڻي، شاهوڪارن جي پريءَ مجلس ۾ اچي، هڪ زبردست زبانيءَ ۾ سندس موت جو الزام مٿن مڙهيو هوم تڏهن ماندوي مان "آفرين" جو آواز ڀيريون دفعو ٻڌو هيم. هن ناٽڪ جي ڪاميابيءَ تي لکندڙ درياڻيءَ کي ڊاڪٽر تارا ٻائي پنيا وٽان سونو ٻلو انعام مليو هو. هيءُ ناٽڪ ساڳين اداڪارن سان ٻيون پيرو حيدرآباد ۾ هڪڙي هندي نماءُ جي موقعي تي ڪاميابيءَ سان ڪري ڏيکاريو ويو. جنهن نماءُ جو مکيه ڪرمچاري جيٺمل پرسرام هو.

۱۹۳۴ ۾ درياڻيءَ جو ”زمينداري ظلم“ ٻيون پيرو ڪراچيءَ ۾ اثرائتي نموني آندو ويو. جو ڪجهه ورهيه اڳ ”حيدرآباد اميچوئرس“ ناٽڪ منڊليءَ جي سهاري هيٺ پيش ٿيو هو جنهن جو زبردست آرٽڪ مسئلو اُن جي لوڪ پسنديءَ جو ڪارڻ هو. ڪراچيءَ واري ناٽڪ ۾ نائڪا جو پارٽ هڪ نئين نوجوان آتو لالواڻيءَ ڪيو. عملدار جو جهوني ائڪٽر ۽ ڳائيندڙ ڦتڇند ٻجاسنگه، ظالم زميندار جو ڏرمداس ماڻڪ (سارسوت براهمڻ ناٽڪ منڊليءَ جي مشهور ائڪٽر) ۽ گوپ ڪملاڻي (جو سئنيما جو اوچي ۾ اوچو مذاقي سنڌي ستارو ٿي پيو) مسخريءَ جو پارٽ بخوبي ادا ڪيو هو ۽ مون ساڳيو مظلوم هاريءَ جو رول ڪيو هو. درياڻيءَ ٽئين ناٽڪن ڪانسواءِ ۱۹۲۶ ۾ ”جيئري تي جيئري“ لکيو هو، جنهن جو پنگتي مسئلو ناٽڪ جي نالي سان ظاهر آهي. ۽ ٻيون ناٽڪ ”امانت ۾ خيانت“ نه لکيو هئائين جنهن ۾ ٻنهي جي ڪٿڻ جو آرٽڪ مسئلو ڦولهيو ويو هو، پر اهي ٻئي ناٽڪ ڪرڻ ۾ ڪونه آيا ڇو جو منجهن ڪن معتبر شخصيتن جي ڪارنامن جي اوگهڙ ڪيل هئي.

## ● مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو

شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي اوچتي وفات جي دردناڪ خبر پاڪستان جون سرحدون ٽپي هندوستان جي سنڌي ادبيءَ مرڪزن ۾ واچوڙي وانگر پکڙجي ويئي جنهن علم دوستن جي دلين ۾ ڏڪڪو پيدا ڪري ڇڏيو ۽ ادبي ميڙن ۾ افسوس جا نهراءُ بحال ڪيا ويا. وسهڻ ۾ ئي نه پيو اچي ته اهو عالم فاضل، جنهن جي ادبي خدمتن جي قدر شناشيءَ ۾ سنڌ جا پائر سندس سٺين سالگره ڏام ڌوم سان ملهائڻ جي تيارين ۾ هئا، سو اوچتو ماڳهين هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويندو ۽ اهو خوشيءَ جو سال ماتم ۾ بدلجي ويندو! هي کوجنا جو صاحب، جنهن ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي اڻ پوري ”شاه جو رسالو“ جوڙڻ ۾ هيڏي مدد ڪئي هئي، پر تنهن هوندي به فضيلت وچان هميشه کيس ”محترم استاد“ ڪري ڪوٺيندو هو، سو اُن رسالي کي مڪمل ڪري شايع ڪرڻ جي آرزو دل ۾ ئي سانڍي پاڻ به رب ڏانهن راهي ٿي رمندو رهيو.

سندس تصنيف ۽ ترجمن ڪيل ڪتابن جو تعداد وڏي انداز ۾ آهي، جن ۾ مکيه طور سنڌ جي معلوم ۽ نامعلوم شاعرن جون مستند سوانح عمريون ڏنل آهن، سندن ڪلام جو باقاعدي جائزو ورتل آهي ۽ قابليت

واري شرح ڪيل آهي. اهڙيءَ طرح انهن سگهڙن کي اونده مان ڪڍي روشنيءَ ۾ آندو هئائين. تنهن ڪانسواءِ پيا به ڪيترا ڪوجنا وارا رسالا مرحوم دائود پوٽي جي ذهن ۾ هئا، پر افسوس، جو موت جي ظالم چنبي اهو سمورو خزانو کسي ورتو.

نئين زماني جا به عالم هئا، جن سموري حياتي سنڌي ساهت جي اوچيءَ ڪوجنا ۾ ارپڻ ڪري ان کي مالامال ڪيو. هڪڙو سرڳواسي ڀيرومل مهرچند، جو سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ سگهوئي لاڏاڻو ڪري ويو ۽ ٻيو مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو، جو ڏهن سالن کان پوءِ راه رباني وٺي ويو. اُنهن اُستاد وينجهارن جي جاءِ ڀرڻ ڪٺن آهي، انهن جي مڙهين ۾ پير پائڻ مشڪل آهي.

شروعات کان وٺي ڊاڪٽر دائود پوٽو سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي اوج تي آڻڻ ۽ ڪوجنا جي ضرورت تي زور ڏيندو رهيو. پنهنجي جهوني مضمون ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ ۾ لکيو هئائين :-

”افسوس! اڍائي هزار ورهيه گذري ويا آهن ته به سنڌ جي تاريخ ۽ علم ادب تي ڪوبه توجه نه ڏنو ويو آهي ... سنڌ جي تاريخ ۽ علمي خزانو هڪ پوريل دفتر ٿي رهندا، جيڪڏهن هرڪو فرد ان جي ڪوجنا ڪرڻ ۾ ڪوشش نه ڪندو، ته سنڌ ملڪ کي جو هڪ

عاليشان تاريخي ۽ علمي خزانو آهي، ۽ جو اسان جي اڻ ڄاڻائي ۽ وڏن جي لاغرضائيءَ ڪان ناس ٿي ويو آهي ۽ جي هيئر به اسين پنهنجون اکيون ٻيپرواهي ۽ نيم خوابيءَ ڪان نه کوليندا سون ته انهي تاريخ جا رهيل کهيل آثار آهستي آهستي نا پديد (غائب) ٿي ويندا.

سنڌ جي تاريخ سڪندر بادشاه جي اچڻ ڪان وٺي ڪي قدر معلوم ٿئي ٿي، ان ڪانپوءِ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جو راڄ هو، جو ۷۱۲ع تائين هليو. انهيءَ عرصي ۾ هندوستان ۾ وڏا وڏا بادشاه جهڙوڪ:- وڪرماجيت، اشوڪ ۽ وڏا وڏا فيلسوف جهڙوڪ:- ڪاليداس ٿي گذريا آهن. ڇا انهن جي بزرگيءَ جو پرتو سنڌ تي نه پيو هوندو؟ ڇا انهن جي اثر هيٺ سنڌ ۾ نثر ۽ نظم جي نهر نه وهي هوندي؟ ضرور بالضرور ... پر افسوس! اهي دفتر زمين دوز ٿي ويا! سنڌ جي عربن جي اچڻ ڪان اڳ ۾ سنسڪرت ۽ پراڪرت جو چرچو هو ۽ ٻهرين گهراڻن جو نثر ۽ نظم ضرور انهن قديم ٻولين ۾ هوندو.

عربن جي اچڻ ڪري سنڌيءَ ۾ گهڻا عربي لفظ داخل ٿيا ۽ ڪيترا عالم، فاضل ۽ مورخ پيدا ٿيا. ان وقت سنڌ جي تاريخ، نظم ۽ نثر سڀ عربيءَ ۾ ٿيا هوندا، تنهن ڪري عربي تاريخون سنڌ جي تاريخ

نظم ۽ نثر سڀ عربيءَ ۾ ٿيا هوندا. تنهن ڪري عربي تاريخون سنڌ جي تاريخ ڳولي ڪيڻ ۾ گهڻــي مدد ڏينديون. عربن کــان پوءِ سومرا، سما، ڪلهوڙا ۽ مير آيا، انهن جي ڏينهن ۾ ڪيترائي شاعر ۽ مصنف ٿي گذريا هوندا.

”هينئر جڏهن هر هنڌ حياتيءَ جا نوان آثار ڏسڻ ۾ اچن ٿا ۽ نئين هير لڳڻ شروع ٿي آهي، تڏهن اسان کي به گهرجي ته سجاڳ ٿــي، پنهنجي ديش جــي ادبي (ساهت جي) تاريخ ٺاهڻ ۾ ڪوشش ڪريون ... انهيءَ ڪري سنڌ جي نوجوانن کي هڪ سهڻو وجهه آهي ته پنهنجي ٻوليءَ جو علمي تدقيق سان اڀياس (Critical Study) ڪن ۽ اُن جي وسيلي سنڌ جي گذشته علمي خزاني جي کوجنا ڪري سنڌ جي تــاريخ کي نئين سر اُجارين.“

کهڙا نه دل اُٿاريندڙ ۽ همٿائيندڙ اکر آهــن، جن جي پوئواري ڀلي ڪنهن نوجوان ڪئي يــا نه ڪئي، پر پاڻ ڊاڪٽر صاحب تــه ضرور ڪئي. وري عبارت کهڙي نه پختي ۽ موزون ڪم آنــدي اٿس، جنهن ۾ نجا سنڌي، فارسي توڙي هندي لفظ جيئن ته ساهت، اڀياس ۽ ديس وغيره مناسب هنڌن تي ڳتيا پيا آهن.

دائود پوٽو مرحوم عربي ۽ فارسيءَ ۾ ماهر هــو ۽ پنهنجي ڊگريءَ وارو مقالو عربي ۽ فارسي شعر بــابت

ئي (انگريزيءَ ۾) لکيو هئائين، جنهن ڪري سندس علمي ۽ دماغي رغبت سياويڪ طور عربي ۽ فارسي ڏانهن هئي. تنهن ڪانسواءِ مسلمان حڪمرانن جي ڏينهن ۾ اُنهن ٻنهي ٻولين جو اثر صدين کان سنڌي ٻوليءَ تي پيل هو، جو مرحوم دائود پوٽي وڃائڻ نٿي چاهيو؛ پر تنهن هوندي به سندس دل ۾ لاڙو ۽ محبت مادري سنڌي ٻوليءَ لاءِ سدائين قائم رهي ۽ ان جي اصليت بگاڙڻ نٿي چاهيائين. "شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام" جي ديباچي ۾ نيٺ سنڌي ٻوليءَ جي ثنا ڪئي هئائين، تنهن مان هندو توڙي مسلمان مصنفن کي سبق پرائڻ کپي:-

"شاه ڪريم جي بيتن جي ٻولي اڳوڻي نج سنڌي آهي، جا بلڪل صاف، عربي ۽ فارسي لفظن جي آميزش کان خالي آهي ... حقيقتا سنڌي ٻولي ايتري قدر شاهوڪار آهي، جو سواءِ ڪن جزوي عربي ۽ فارسي لفظن جي اعليٰ قسمن جا مضمون سنڌي ٻوليءَ ۾ لکي سگهجن ٿا ... اها سنڌي جهڙي نغمي واري آهي ٺهڙيائي رس ڀري."

ٻئي هڪ جهوني مضمون "اڄوڪي سنڌ ساهت جي حالت" ۾ مرحوم دائود پوٽي سنڌ جي جهوني صوفياڻي تهذيب ۽ هندو- مسلم ايڪتا کي فراخدليءَ سان ساراهيو هو ۽ ان سان گڏو گڏ نجي

سليس سنڌي ٻوليءَ جو اصول پڻ ڌاريو هئائين:-

”اسان جي قسمت جي ڪوتاهي آهي، جو فراق ۽ فوڙائي ۾ ڦاسي ويا آهيون، وصل ۽ ميڙائي جي وائي وسري وئي اٿئون. ڪنهن زماني ۾ اسان جو ديس آريه ۽ اسلامي تهذيبن جو مرڪز هو، جتي مسلم ۽ هندو، مادر وطن جي اڪين جا تارا، ريجهه رهاڻ ۾ رهندا هئا ۽ جڳت کي وحدانيت ۽ ايڪتا جو سبق سيکاريندا هئا. هينئر نه اهڙو ڪو هير گنبذ جو واءُ لڳو آهي، جو ماٺهو ئي مٽجي ويا آهن ... اهي مٺيادار مرڪڻ جن جي صحبت رس ڀري هوندي هئي، جن جي وات مان پل پل سياٽپ جا سندر سخن نڪرندا هئا، جي چپي چپي تي ڀهاڪا، چوڻيون ۽ سگهڙن جا قول مثال طور آڻيندا هئا، جن جي ٻاجهاري ٻوليءَ ۾ نڪي عربي ۽ فارسيءَ جا اڙانگا لفظ هوندا هئا ۽ نڪي سنسڪرت جا ڳاٽي ڏوڙ ڪلما، ۽ جن جي زبان ۾ عجب قسم جي رواني ۽ شستگي هوندي هئي؛ تن جا پويان اج اڪثر رڳو شيڪسپيئر ۽ شيليءَ جا شيدائي بنجي، پنهنجو ورثو وساري، پراون ڏهلن تي احمقن وانگر نچي رهيا آهن. نڪي مغربي شائستگيءَ مان ڪا هڙ حاصل ٿي اٿن ۽ نڪي پنهنجن وڏن جي فيض مان ڪو حصو پڙ پيو اٿن: ڪانءُ وانگر مور جي رفتار تي موهت ٿي، پنهنجو چلڻ به ڪاري ڇڏيو اٿن.“

خيالن جي خوبيءَ ۽ عبارت جي چيدائيءَ ڪري مٿيون فقرو سنڌي نثر جو مثالي ٽڪر آهي. ڏسو ته بنا ڀيد ڀاو جي ڪيترا سولا ۽ سنا هندي اکر (جيئن ته جڳت، ايڪتا، سنڌر، موهت) جملن ۾ ڦٻايا ويا آهن، جي اصل کان سنڌي ٻوليءَ جو ورثو آهن، پر اڄوڪا سنڌي ڀائر انهن جي استعمال کان عار ڪري مادري ٻوليءَ کي غريب بنائي رهيا آهن. تازو ماهنامي ”نئين زندگي“ جي آڪٽوبر ١٩٥٨ع جي پرچي ۾ مرحوم دائود پوٽي جي تقرير ”شاعر ۽ سگهڙ“ جي سري سان ڇپي هئي، جنهن جي آخر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سنجيدگي ۽ پاڪيزگيءَ لاءِ للڪار ڪيل آهي ۽ چالو زماني جي سنڌي شعر جي حالت اُميد ڀري ڏيکاريل آهي:-

”... نه سگهڙ اُهو آهي، جو پنهنجا خيال بحر ۽ وزن جي سانچي ۾ سميٽي صاف ڪري بيهاري، جو جاءِ بيجاءِ زير اضافت جو سڪروه استعمال ڪري ۽ جنهن جو ڪلام سواءِ ڪن چند شهري فارسي ۽ اردو زده ماڻهن جي ڪنهن کي به سمجهڻ ۾ نه اچي. اسانجا ڪيترائي موجوده وقت جا شاعر انهيءَ مرض ۾ مبتلا آهن اِلا ماشاءالله. ليڪن هاڻ نئون واءُ وريو آهي ۽ اسانجا ڪيترائي نوان شاعر، هندو خواه مسلمان، سادو، سولو ۽ فطري شعر گونا گون نمونن ۾ چئي رهيا آهن، جنهن مان اصليت جي بوءِ اچي ٿي. سنڌن ڪوششون

تهسين جوڳيون آهن، مگر آءٌ ڪيس عجز ۽ نياز سان عرض ڪندس تہ زير اضافت جي ڪني ۽ قبيح استعمال کان احتراز ڪن نہ تہ سندن شعر پڻ مصنوعي، فارسي ۽ اردو زده ٿي پوندو، جن پنهي ٻولين اسان جي سونهاري سنڌي زبان جي ستيا ناس ڪئي آهي.“

مرحوم دائود پوٽي، زير اضافت سان گڏ ”واوُ“ جملو جي غير سنڌي استعمال برخلاف پڻ هدايت ڪري ها تہ ڏاڍو خاصو، جيتوڻيڪ عملي طور پاڻ بحر ۽ وزن لکيو اٿس تہ ”بحرو وزن“.

پڇاڙيءَ ۾ افسوس اهو آهي تہ مرحوم دائود پوٽي جي ”منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي“ جنهن جون يارهن قسطون رسالي ”نئين زندگي“ ۾ سلسليوار ڇپجي چڪيون آهن ۽ پڙهندڙن لاءِ دلچسپ ۽ سبق آموز ثابت ٿيون آهن، سي هاڻ ڪير پوريون ڪندو؟ وري بہ جاچيو تہ ڏکيو عربي محاورو ”سوانح عمري“ ڇڏي سليس سنڌي لفظ ”آتم ڪهاڻي“ ڪم آندا اٿس ۽ مڙني قسطن ۾ اهڙا سولا سنڌي، هندي ۽ فارسي اکر جوڳين جاين تي پڪڙيا پيا آهن. ڪاش! مرحوم مصنف وڃڻ کان اڳ اهو ”آتم ڪهاڻيءَ“ وارو ڪتاب پورو ڪري ويو هجي ها، جنهن جو مطالعو ڪري اسين سندس پويان سندس قدمن جي نشانن تي هلي، پنهنجي زندگي بہ مادري زبان جي خدمت ۾ صرف ڪريون.

## ● سرڳواسي شاعر ليکراج عزيز

سو ليکڙو يار ٻــــ رمندو رهيو! هـــاڻ ته: سندس يادگيريون ئي رهجي ويئون آهن، جي ڪڏهن ٻه من تان ڪين ميساربيون ... حيدرآباد سنڌ، نولراءِ مارڪيٽ جي هال ۾ جديد سنڌي ناٽڪ جـــي بانـــي خانچند درياڻيءَ جـــي ”زميـنداري ظـلـم“ جـي ريهرسل ٿي اَئڪٽر اچي ڪٺا ٿيا هئاسون (١٩٢٨). حيدرآبـاد آميچوئرس منڊليءَ جو روح روان هيمنداس چنديرام، هڪ ناهوڪي قداور، رشت پشت جوان جـي مونسان واقفيت ڪرائيندي چيو: هي اٿيئي اسانجـو ليکراج عزيز جو حيدرآباد جي مشاعرن ۽ محفلن جو مور آهي. ناٽڪ جا راڳ سڀ هن جوڙيا آهن. مان ساڻس گڏجي ڏاڍو خوش ٿيس ۽ چيم: پـر مونکي تـــه سندس ڪو راڳ ڳائڻ جو موقعو ئي ڪونه ملندو، ڇو جو پارٽ اٿم پوڙهي مظلوم هاريءَ جو. تنهن تي عزيز چيو: تنهنجي ائڪٽنگ ئي ڪافي آهي، راڳ جي محتاج ڪانهي؛ سچ پچ ناٽڪ ڪري ڏيکارڻ کانپوءِ عزيز مونکي اچي چيو: واهه جو دلسوز پارٽ ڪري ڏيکاريئه. پـــر عزيز ڪٽر نقاد هوندو هو. سو درياڻيءَ جـــي ٻين ناٽڪن ۾ منهنجا پارٽ ڪيس پسند ڪونه پوندا هئا ۽ دل کولي

اخبارن ۾ نڪتہچيني ڪندو هو. منهنجن ٻن ناٽڪن ”قسمت“ ۽ ”ايڪتا جو آلاپ“ لاءِ راڳ بہ عزيز جوڙيا هئا. اهڙيءَ طرح اسانجو رستو وڌندو ويو ۽ دوستي قائم ٿي. سنڌس ڀهرئين غزلن جي مجموعي ”ڪليات عزيز“ بابت جڏهن مون شڪايت ڪئي تہ اُن جي ٻوليءَ ۾ فارسي-عربي لفظن جي ايتري ڀرمار آهي جو اُها عام-فهم کان ٻاهر آهي، تڏهن اُن ڏنائين: ڇا ڪريان؟ هڪ عربي-فارسيءَ جي ماهر اُستاد وٽان علم پرايو اٿم. عادت کان مجبور آهيان! تنهن ڀڄاڻا پنهنجي لکڻي ٿوري آسان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

ليکڪ ۽ مان هم عمر هئاسون. سنڌ ۾ ٻئي خانداني پيشو-زميداري ڪندا هئاسون، توڙي مون اُها ڇڏي ڪيترا سال پروفيسري ڪئي. ورهاڱي ٿيڻ سان مان اچي بمبئيءَ ۾ پروفيسر ٿيس، پر عزيز هليو ويو سينگاپور ڌنڌو ڪرڻ. اُتي مون پنهنجو ڪتاب ”آدبي اصول“ سوکڙيءَ طور موڪليانس. ٿورن ڏينهن بعد هڪ لنبو اٺن ڏهن صفحن وارو خط وٽانئس آيم. اُن ۾ منهنجي ڪتاب تي تفصيلوار تنقيد ڪئي هئائين. اُهو خط مون سانڍي رکيو آهي. ادبي اُصولن واري مکيہ باب تي داد ڏنو هئائين تہ ڪوزي ۾ سمنڊ سمايو اٿيئي ۽ شاگردن لاءِ ڪارائتو ٿيندو... پر ”سنڌي ساهت ۾ نئين سجاڳي“ واري باب تي سخت

نڪتچيني ڪئي هئائين، جو جو اُن ۾ مون بيوس ڪي نئين زماني جي شاعريءَ جو باني سڏيو هو، نه ڪيس. ... سينگاپور مان موٽي عزيز بمبئي آيو ته پروفيسري مليس ۽ پئي وري هم پيشي ٿياسون. عزيز اڪثر مون وٽ ايندو هو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساندهه ادبــي مسئلن تي روح رهاڻ ڪندا هئاسون. سندس ”گل و خار“ تي مون ”هندواسي“ ۾ سمالوچنا ڪئي ته عزيز صاحب سنڌي شاعرن مان اجايا گهڻا خار قبولهي ڪيا آهن، پر گل بنهه ٿورا ڏسڻ ۾ آيــا اٿس. اُنجو جواب ڏنائين ته سنڌي شاعريءَ جو معيار هوندو ئي پست (ڪريل)، منجهس گل هوندا ئي ڪين ته مــان ڪٿان پيدا ڪريــان؟ تنهنڪان پوءِ پنهنجن نؤن شعرن جـــو ”صراحي“ شايع ڪيو هئـــائين، جنهن لاءِ کيس ساهت اڪاڊميءَ جو انعام پڻ عطا ٿيو هو.

تازو ڪلڪتي مــان بمبئي ويس ته پڌم ته عزيز دل جي بيماريءَ ڪان بستري داخل آهـــي... هڪ شام جو سندس جاءِ تي وڃي مڪاميلو ڪيومانس. تازو توانو پئي لڳو. آرام ڪرسيءَ تي ليٽيو پيو هو. مونکي ڏسي بيحد سرهو ٿيو. ڪڙي ڪنڌي اُٿي بيٺو ۽ هڪ پئي کي وڏو ڀاڪر پاتوسين. بيماريءَ بابت پڇيومانس. بيمار کي گهڻو هلاڪ ڪــرڻ واجب نه سمجهي مـــان موڪلائڻ لڳس ته چيائين: منهنجي گهران ڪائڻ پيئڻ

ڪانسواءِ ڪيئن هليو ويندين؟ پوءِ مٺائي کارايائين، شربت پيارايائين. اهڙو هو يارويس، مهمان نواز ليکراج عزيز. پڇاڙيءَ ۾ چيائين: منگها، ڪلڪتي موٽي وڃڻ کان اڳ هيڪر وري به گڏجي وڃجانءِ. مون آهين ته ڪئي، پر هاڻ پاڻکي ڏوهي پيو سمجهان جو يار سان آخرين انجام پاڙي نه سگهيس. هاڻ ته ليکو يار رمندو رهيو ۽ آءٌ به پنهنجي واري وڃڻ لاءِ تيار ويٺو آهيان ته وڃي ساڻس گڏجڻ جو انجام پاڙيان. *

”نئين دنيا“، سپٽمبر ١٩٧١

## * پروفيسر لالسنگهه اجواڻي

## چمتڪاري ودوان ساهتڪار

سنڌي ساهت جي بزرگ اُستادن جي ٽموڙي، ڀيرومل مهرچند، جيٺمل پرسرام ۽ لعلچند امرڏنومل، ٽيئي منهنجا ادبي رهبر هوندا هئا ۽ ٽنهي جو بمبئيءَ مان پرلوڪ پڌارڻ مون پنهنجي اکين سان ڏٺو.

پر منهنجي هم-عمر سنڌي ليکڪن جي به هڪ ٽموڙي هئي، جي منهنجا ويجها دوست پڻ هئا ۽ ٽئي هڪ ٻئي جي پٺيان بمبئيءَ مان رمندا رهيا آهن، جن جي جدائيءَ مونکي سخت صدمو پهچايو آهي.

ڀيرون وچڻ وارو خانچند درياڻي هو جنهنجو سنڌ ۾ سنڌي ناٽڪ جي سجاڳيءَ ۾ مان ڀانئن ڀيلي هوندو هوس. ٻيو دوست ليکراج عزيز هو، قابل شاعر ۽ سنڌي ٻوليءَ جو ماهر، جنهن جي سنگت مان به مون گهڻو ڪي پرايو. ٽيون لعلسنگهه اجواڻي هو، جو انگريزيءَ جو اڌياپڪ هوندي به سنڌيءَ جو گوهر هو ۽ جنهن سان منهنجو سنبنڌ لنبي ۾ لنبو عرصو قائم رهيو.

## ويڳاڻو ۽ اڪيلو

سنڌس اوچتي چالاڻي جو ٻڌي منهنجي دل کي ڌڪو اچي ويو آهي. ٿورو عرصو اڳ مونکي خط ۾ لکيو هئائين: ”تنهنجو قرب ڀريو خط اڄ پهتو. پڙهي گهڻي خوشي ٿي ته ايتري يادگيري ۽ سڪ اٿيئي... مان ڪنهن ٿي هٿ رکي هلندو آهيان، سو به گهڻو مفاصلو نه. ٻيءَ طرح هلان چلان پيو. وقت باقي ٿورو آهي. سائين جيئن هلائي. ٧٧ ورهين ۾ تازو پير پاٽو اٿم... يادگيريءَ کان نه وسارج. تنهنجو سٺ ورهين جو ساٿي، لعلسنگهه اجواڻي.“ پر مون نٿي سمجهو ته سندس وقت ايترو ٿورو آهي! انهن ٽن ساٿين ٿيءَ وارن دوستن جي وڇوڙي کان پوءِ هاڻي آءٌ پاڻکي ويڳاڻو ويڳاڻو پيو سمجهان. اڪيلو اڪيلو رهجي ويو آهيان.

## هم ڪلاسي

اجواڻيءَ ۽ آءٌ ڪراچيءَ واري ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ هم- ڪلاسي هئاسون. تن ڏينهن ۾ حيدرآبادي ۽ غير حيدرآبادي شاگردن وچ ۾ سخت نفاق هوندو هو، پر اسين ٻئي پاڻ ۾ دوست هئاسون ۽ ان نفاق کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئاسون.

## ٢٥ سال گڏ هئاسين

عجب جي ڳالهه آهي جو گريجوئيٽ ڪرڻ بعد اسين ٻئي وري به ساڳئي ڪاليج ۾ اچي مليا سون. انگريزيءَ جي پروفيسرن جي حيثيت ۾ به معروف تعليمدان پرنسيپال شاهاڻيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ. اهڙيءَ طرح پريا ٢٥ سال گڏ ڪم ڪندي هڪ ٻئي کي گهڻو ويجهو اچي وياسون. پروفيسر اجواڻي عالم اُستاد هوندو هو. آءٌ پوري سوري دماغ وارو ذهن رکندڙ هوس، پر انگريزي ادب لاءِ اٿاهه اُتساهه هوندو هوم ۽ اِلاهي پستڪ پڙهندو ۽ گنا ڪندو هوس.

## ساهتيہ لاءِ اُتساهه

بمبئيءَ ۾ اچڻ پڇاڙان جيتوڻيڪ اسين الڳ الڳ ڪاليجن ۾ پروفيسر مقرر ٿياسون، تنهن هوندي به سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ واريءَ هلچل اسانکي نزديڪ آندو. سنڌي ساهت جو اپياس اسان ٻنهي جو جهجهو هو ۽ اڪثر هڪ ٻئي سان ملڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي رهي.

اجواڻي صاحب ساهتيه اڪاڊميءَ جي سنڌي صلاحڪار بورڊ جي ڪنوينر پڻ هوندو هو ۽ مان اُن بورڊ جو ميمبر، سو ان جي ميٽنگن تي گڏجڻ ۽ بحث مباحثو ٿيندو هو.

جڏهن پاڻ باندرا ڪاليج جو پرنسيپال هو ته ڪاليج واري سنڌس بنگلي ۾ به بعضي بعضي مان ڪيس گڏجڻ ويندو هوس ۽ سندس گهر واريءَ ۽ ٻارن سان ڏيٺ ويٺ ٿيم. پر رٽائر ڪري ڪانپوءِ مان هيت ڏور-دراز ڪلڪتي ۾ اچي پيس، هو بمبئيءَ ۾ بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي ويو، ۽ سٺ سالن جا جهونا دوست وڇڙي وياسون. هاڻ ته اچانڪ هو مونکي هميشه لاءِ ڇڏي هليو ويو آهي!

يادگار

پر پنيان پنهنجا ڪافي يادگار ڇڏي ويو آهي جي ڪيس سنڌي جاتيءَ ۾ جيئرو رکندا. سنڌ ڪاليج مسلمي (جا ساڌو واسواڻيءَ، پروفيسريءَ جي ايام ۾ برپا ڪئي هئي) تنهنجو اجواڻي صاحب ڪيترا سال پروفيسر-اِن-چارج هوندو هو ۽ انجو معيار اوچو رکائين. اُن مخزن جي جهوني فائيلن مان مضمونن جي چونڊ ڪري "ويچار" مجموعو ڇپايائين. ساڳيءَ طرح چونڊيل شعرن جو مجموعو "نئون ڏؤر" ڪڍيائين، جي ٻئي ڪتاب سنڌ ۾ شايع ٿيا هئا ۽ نهايت پسند پيا هئا.

بمبئيءَ ۾ اچڻ بعد، منهنجي زور ڀرڻ تي، خود

پاڻ جيڪي ڪيترا سارا عالماڻا مضمون ”سنڌو“ ۽ ٻين مخزنن لاءِ لکندو هو، تن جا ٻه مجموعا: ”اُڇل“ ۽ ”اُمنگ“ ڇپايائين، جي سنڌس اعليٰ ويچارن ۽ چيڏي ٻوليءَ لاءِ مشهور ٿــي ويا. تنهن کانسواءِ، ڪيترن ليکڪن جـي نئون ڪتابن لاءِ مؤزون مهاڳ به لکي ڏيندو هو. پر اهو شاهڪار جو اجواڻيءَ کي امر رکندو سو آهي انگريزي ۾ لکيل ”هسٽري آف سنڌي لٽريچر“ ساهتيه اڪادميءَ جو شايع ڪيل، جنهن دواران سنڌي توڙي غير - سنڌي پاٺڪن کي سنڌي ساهت جـي شان جي پروڙ پوندي.

شال پروفيسر اجواڻيءَ جـي ڌرم پتنيءَ ۽ سندس اولاد کي، سندس پوئتان ڇڏيل ادبي ورثي جي ناماچار مان ڪجهه آنت حاصل ٿئـي! شال منهنجي پياري سڄڻ جي آتما کي ايشور جي گود ۾ شانتي پراپت ٿئي!

- ”هندواسي“، ۹-۵-۱۹۷۶

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)